# اوهين سڀ ننگا آهيو

(ڪهاڻيون)

ليکڪ:

**ڪيرت ٻاٻاڻي**



ڇپائيندڙ:

سورٺ پبليڪيشنس

٤١/٣، آدرش نگر، بمبئي - ٢٥.

اوهين سڀ ننگا آهيو

( ننڍيون ڪهاڻيون )

ليکڪ : ڪيرت ٻاٻاڻي

ڇپائيندڙ :

ٻي . ڪي . ارون

سورٺ پبليڪيشنس

۳/۴۱، آدرش نگر

پڀادوي ، بمبئي - ۴۰۰۰۲۵

مئي ۱۹۹۳

# Awheen Sabh Nanga Ahiyo

(Short Stories)

●

By: KIRAT BABANI

●

Published By:

B. K. ARUN

SORATH PUBLICATIONS

3/41 Adrash Nagar

Prabhadevi, Bombay-400025

●

May 1993

●

# ڪھاڻيون
(سلسلو)



---


هيءُ ڪتاب شري ايڇ - ڪي اڙوڻ، هري موٽواڻي
سنڌيءَ جي نظرداريءَ هيٺ انقلاب پرنٽنگ پريس،
الهاس نگر ٣ (فون : 70066) مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

# تخليقڪار

اڄ جي نئين رنگ ۾ وگيانڪ ساڌنن جي وسيع ڦهلاءَ ڪارڻ
گهٽ ۾ گهٽ ٻه ، چيزون ، هڪ هنڌان ٻئي هنڌ ٽوڙنديون
ٻڌي ويديون آهن - هڪڙو آهي ويچار ۽ ٻيو آهي فئشن .
ڪلا فئشن نه آهي . فئشن جو واسطو انسان جي روپ ۽ ٻاهران
سينگار ۽ سجاوٽ سان آهي. ڪلا جو واسطو انسان جي ذهني
۽ روحاني آنند سان آهي ۽ ان جو واسطو اعليٰ سماجڪ ڪارج
سان پڻ آهي ، جيڪا ڳالهه سڌي سنئين نموني سان نه ، پر
اڻ سڌي نموني اخلاقي ، جمالياتي ۽ انساني بنيادي قدرن
جي سطح تي سماج ۾ پرورش ڪري ٿي .

ڪجهه سال اڳ ترقي پسند ويچار رکندڙ ساهتڪارن تي
الزام هو ته هو ماسڪو جو نقل ڪري رهيا آهن ۽ بعد ۾ وري
جديد ويچار ڌارا وارن تي به ساڳئي قسم جي تهمت هڻي ته
هو پئرس جو نقل ڪري رهيا آهن. نقل ڪٿان به اچي، آخر
نقل آهي ۽ بنيادي ويچار جي پدوي يا سمانتا حاصل ڪري
نه سگهندو ۽ باقي انساني ويچارن جي بنيادي قدرن ۽ سچائين
کي جهٽڻ ۽ پاڻ ۾ سمائڻ ، نقل جي دائري کان ٻاهر آهي ۽
اهو يونيورسل آهي ، انساني ويچار جي اوسر ۽ پرسپر ڦهلاءَ
جي پرڪريا آهي . چوڻ جو مطلب آهي ته جيون هڪ شاهي
وهڪرو آهي ، جنهن ۾ انيڪ اُٿلون ۽ اُڀار اچن ٿا ، جن مان
ويچار جا انيڪ سر ۽ لهرون وجود پائين ٿيون ۽ ذهن جو
وسيع مانڊاڻ منڊجي ٿو .

جيون جي مول فلاسافي ڪٿان به جهٽجي، اهائي سچ جي
کوج آهي، اهوئي جيون جو مول مت آهي. پر اُن کي پڌهڊجن
نجي حالتن جي ڪسوٽيءَ تي لڳائي ، ڪلا جو نرماڻ ڪري
سگهجي ٿو. ٻيءَ حالت ۾ اها چيز وقت ، مڪان ۽ ذاتي
حقيقت کان ڇڳل لڳندي ۽ سرجڻ جي فرض جي صحيح پورتي
نه ٿيندي .

اڄوڪو سمو اُٽو لڳي ٿو سڄي، جنهن ۾ اُٽو - بارڪ ۾ بارڪ
ذرو - حيرتناڪ شڪتيءَ جو پيدا ڪيو آهي. طبعي دنيا ۾
جيتري اهميت اڄ انهن کي آهي، بلڪل اوتري اهميت، اسان جي
سماجي دنيا ۾ هڪ فرد کي آهي، جيڪو جڻ سماج جو اٽو آهي.
جيئن اٽو شڪتيءَ جو پيدا ڪيو هوندي ۽ نيستيءَ جو ڪارڻ بڻجي
سگهي ٿو، ائين ساڳيءَ طرح فرد، سماج لاءِ لاڀدائڪ به ٿي
سگهي ٿو ته مها گهاتڪ به بڻجي سگهي ٿو. انهيءَ
برابر آهي ته فرد ۽ سماج جو ٽڪر هر وقت رهيو
آهي. سماجڪ ترقيءَ جو اهو اٽل اصول آهي. ٻن ضدن جي
ٽڪر مان نئين ڳالهه پيدا ٿيندي آهي ۽ اهو وگياني رخ پڻ
آهي. پٿر اڇلڻ سان ئي بيٺل پاڻيءَ ۾ لهرون اٿنديون آهن،
ڪڪ پڻ ٻري ٿيندا آهن. فرد ۽ سماج جي ٽڪر جي باوجود
اهي هڪ ٻئي جا ضد نه آهن. هيڪاري هڪ ٻئي تي اثر
وجهندڙ ۽ اثر پائيندڙ آهن. فرد کي سماج بدلائي ٿي ۽ موٽ
۾ ضرورت مطابق هو پڻ سماج کي بدلائڻ لاءِ ڪشمڪش ڪري
ٿو ۽ ان کي بهتر بڻائڻ چاهي ٿو، پر ان کي ختم ڪرڻ ڪو نه
ٿو چاهي، صرف ان جي ڪروپ خلاف لڙي ٿو. پر اڄ
ٻنهي جي وچ ۾ هڪ کاهي ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي ٿي وڃي،
هڪ ٻئي کي ضد ۾ بيهاريو ٿو وڃي. دراصل ٻئي هڪ ٻئي
جي پورائي ڪندڙ آهن. اهڙي بنيادي سماج گيان جي انڪار
ڪرڻ سان، نڪو ڪو فرد سمپورڻ آزاد ٿي ٿو وڃي ۽ نڪو
ڪو سماج خود بخود ختم ٿي ٿي وڃي. پرم هڪ ٻي ڳالهه آهي.
هڪڙو ڪلاڪار اهو آهي، جيڪو فرد کي پنهنجو سرجڻ
مرڪز بڻائي ٿو. ان جي اندر ۾ لهي ٿو وڃي، جتي ڪيس هڪ
دنيا ڍڪيل نظر اچي ٿي- دنيا جيڪا لڪي ۾ آهي ۽ ظاهر ۾
وڻئي آهي. هو ان کي نئون سچ سمجهي ٿو ۽ ان وهم ۾
وڪوڙجي ٿو وڃي ته باقي ٻاهر جي دنيا هن لاءِ ڪجهه به نه

آهي – سڀ خال ئي خال آهي. تخليقڪار، ان اڌوري سچ
کي سمپورڻ سچ سمجهي، وهم ۾ ڦاسي ٿو وڃي. سچ جي
ٻهومکي درشن کان محروم رهجي ٿو. سچ جو هڪ اهو ٻيو پهلو به
آهي ته فرد جي اندر جا دنيا وجود ۾ آئي، تنهن ٻاهرين دنيا
جي ڪيترن اولڙن ۽ والڙن خواه مجبورين ۽ محرومين جو عڪس
رهجي وجود حاصل ڪيو. اهو به سچ جو ٻئو پهلو آهي.
ڪو به تخليقڪار اگر اهڙي خارجي سچ کان بي مک رهجي
ڪلا جو سرجڻ ڪري ٿو ته اڌوري سچ جو درشن ڪرائي ٿو.

ٻئي طرف به تخليقڪار آهي جو فرد کي سماج جي ٽڪر
۾ بيهاري، ڪلا جو سرجڻ ڪري ٿو. فرد کي ٻاهرين دنيا جي
ٽڙ- پکڙ ۾ چوڪنڊو بدل پائي ٿو. ڪيس گهٽيل ۽ پوسائيل ڏسي
ٿو. ڪيس سماج سان ٽڪر ۾ آڻي ٿو ۽ نظام سان ضد ۾ بيهاري
ٿو ۽ انهن خارجي (ٻاهرين) ناتن جي پڌجوڙ کي سمپورڻ سچ
ڄاڻي ڪلا- رچنا ڪري ٿو. اهو به سچ جو اڌورو درشن آهي.
هو وري فرد جي اندرين دنيا کي نڪاري ٿو ڇڏي. سندس
اندر ۾ لهي نٿو اچي ۽ نٿو ڏسي سگهي ته هن جي اندر هڪ
ٻي دنيا به آهي، جيڪا ڀلي ٻاهرين دنيا جو عڪس هجي،
پر ان جون ڪي ٻيون به تمنائون ۽ تقاضائون آهن، سپنا آهن،
جن جو پنهنجو نجو رنگ ۽ روپ آهي. اگر ڪو به تخليقڪار ان
سچ کان بيخبر رهي ٿو يا ان کي نظرانداز ڪري ٿو ته وٽس
به سمپورڻ سچ جو درشن نه آهي. اڌوري سچ کي سمپورڻ
سچ سمجهڻ جو ڀرم ٻنهي حالتن ۾ ڪلا- سرجڻ لاءِ
گهاتڪ آهي.

تخليق جا ٻيا پهلو به آهن. ٽڪر اتي به ساڳيو آهي، ضد
اتي به ساڳيو آهي. تخليق کي ڪو مطلب آهي ڇا؟ رخ وري
به ٻه آهن: هڪڙو اهو ته ڪلا کي ڪو به مطلب ڪونهي، سواءِ

انهيءَ جي ته اها تخليقڪار جي شخصي رنگ جو اظهار آهي ۽ ٻيو رخ ته سائنسي نموني جو رڳو ٻه - رنگو آهي ته سماج جي ”ڀلائي“ کانسواءِ ڪلا کي ڪو ٻيو مطلب نٿو ڏئي سگهي. پر مسئلو سچ پچ سنگم جو آهي، ٻنهي جي وزنائتي همسازيءَ جو جوڙ آهي. سماجڪ ڀلائيءَ جي هر ڪرت برابر شخصي اظهار جي پرڪريا آهي، پر اها سماج کان ڪٽيل به ڪانهي ۽ سڌي يا اڻسڌي نموني سماج جي چڱائيءَ کان رهت به ڪانهي.

تخليقي دنيا جي اها مڃتا آهي ته هر قسم جي تخليق مان انساني سماج کي جمالياتي حسن ۽ جمالياتي آنند ملي ٿو. ته پوءِ پهرين اهڙو حسن پرکڻ ۽ آنند پائڻ ۽ ان کي پوءِ ٻين تائين پهچائڻ جو ڪارج، ڇا ڪلا جي اعليٰ مراد ۽ انساني سماج جي اتم ڀلائي نه آهي؟

اگر ڪنهن رچنا پڙهڻ سان پاٺڪ ائين محسوس ڪري ته ذهني طور تي هو مٿيرو ٿيو آهي، سندس انساني من توڙي جيون بابت مشاهدو ويڪرو ٿيو آهي، ڪيس اهڙو ڪجهه پلئه پيو آهي، جو گهٽ ۾ ڪجهه وقت لاءِ ته ان کي جيءَ سان سانڍي رکڻ جو موه ٿيو اٿس، ته پوءِ سمجهو ته تخليقڪار، سچ پچ ڪجهه تخليق ڪري ورتو آهي.

ممبئي ١٤، مئي ١٩٩٣

**ڪيرت ٻاٻاڻي**

# منهنجو يار ٿهل

ڪنهن ٽيليفون تي ٻڌايو، "منهنجو دوست ٿهل گذاري ويو." مونکي ڌڪو ڪونه آيو ۽ ڪوئي صدمو ڪونه پهتو، بلڪ خوشي ٿي! مان هن جي سٿر تي به ڪونه ويس. هن جي مرده شرير سان شمشان ڀوميءَ تائين وڃڻ جو ڪوئي امڪان نه رهيو هو. سندس موت تي نه لڙڪ وهائڻ جي سڌ هئي. مري ته هو گهڻو اڳ چڪو هو، اڄ صرف رسمي طور سندس موت جي پڌرائي ٿي هئي.

... ... ...

ٿهل سان جڏهن پڇاڙيءَ وارو دفعو مليو هوس ته مون کان دوستاڻو اقرار ورتو هئائين ته مان هفتي ٻن ۾ ڪيس ملڻ ويندس. مون اقرار ڪيو هو، پر ڄاڻي واڻي نه پاڙيو هو. مون ٿهل کي انهيءَ ڀيري اهڙي اسٿتيءَ ۾ ڏٺو هو، جو مونکي لڳو هو ته مان هن سان ويهي ڳالهائي نه سگهندس، هو هڪ اهڙي ذهني گهوٽالي ۾ هو، جو سندس لئي - انتها دکه وچان ٽٽڻ ڏسي آءٌ سهي نه سگهندس...

رستي ويندي ئي مونکي پڪڙي ورتو هئائين. هڪ ايٽر جي هوٽل اخباري پني ۾ ويڙهيل ڪجهه هئس. مون نه، هن ئي مونکي سڃاتو هو. مونکي اچي ٻانهن کان جهليائين، "اڙي ڇڱا مڙس، سڃاڻڻ کان ئي ويا سون ڇا؟" واقعي سڃاڻڻ کان ٻاهر هو، پر مون ٻاهريون ٻنو ٻڌي چيو، "واهه! اها نه ڪا ڳالهه آهي! منهنجو ڌيان ٻئي طرف هو..." منهنجي ڪيتري انڪار ڪرڻ تي به، ٻانهن کان ڇڪي گهر

طرف گهليندي، چيائين، "هل ته گهر هلي گڏجي ٻيئر پيئون.
خبر اٿئي گهڻن ڏينهن کانپوءِ هي ڏهه رپيا هٿ لڳا اٿم!"
مان لوڙي ويس. مون سندس اکين جو مطلب ڪونه سمجهيو.
پر پوءِ سوچيم ته، هيءُ به، شايد سندس خوش مزاجيءَ جو
اظهار آهي، جنهن کان هو چوڌاريءَ ۾ مشهور هو.

ڪو وقت هو جو پروفيسر ٿهل حشمتراماڻيءَ جي گهر ۾
اڪثر وسڪيءَ جي ننڍين پيگن تي محفل مچندي هئي.
ميڙاڪو گهڻي ڀاڱي ذهين اديبن جو هوندو هو. مان پڻ ڪي
ٿورا دفعا، ڪنهن دوست جي صحبت ۾ سندس محفل جو
مزو ماڻي چڪو هوس. هو پاڻ پيئندو ٿورو هو، پر پيارڻ
جو مڙس ملنگ هو. مان سندس شخصيت جو آهستي آهستي
قائل ٿيندو ويس. هو انگريزي ڪويتا، ناٽڪ ۽ سنگيت جو
ڏاڍو شائق هو. وسڪيءَ جي هلڪي خمار ۾ هو ڏاڍي
مستيءَ ۾ اچي ويندو هو. ڪڏهن شيڪسپيئر، شيلي يا
ڪيٽس جون ڪوتائون اهڙي محبوبائي ڍنگ ۾ اچاريندو هو،
جو لڳي ته، ڪوي سندس ڪنٺ ۾ اچي ويٺو آهي؛ ته
ڪڏهن وري شيڪسپيئر يا ابسن جي ناٽڪن جي ڪردارن
جا ڊائلاگ اهڙي پرلطف انداز ۽ صداقت سان دهرائيندو
هو؛ جو ويٺل مگد ٿي وڃن. ڪڏهن وري اولهه جي ڪنهن
ڪلاسيڪل ڌن جو رڪارڊ گراموفون تي هلائيندو هو ۽
بي خوديءَ جي عالم ۾ ٻڏي ويندو هو. اُن وقت ڪائي
سمڪ نه رهندي هئس؛ اکيون آليون ٿي وينديون هئس...

چرچي گهٻي جو به، ڏاڍو شوقين، مذاق ۾ پنهنجو مٽ
پاڻ. اهڙي نازڪ ۽ خوبصورت مذاق ڪندو هو، جو دل ٻاري
ٽهڪ ڏيندا هئاسون. پاڻ مٿهين جو اهڙو پڪو جو حرام آهي،
چهري جي هڪ به نس ڪٿي چرپس! هڪڙي ڏينهن مون کي

ڪٽي نشانو بڻايائين. الائي ڪهڙو رنچڪ آيس جو مون کان
سڌو سوال ڪيائين:

" Are you man of one woman ? "
(زندگيءَ ۾ تنهنجو هڪ ئي عورت سان سنبنڌ رهيو آهي؟)

منهنجي دل جي ڪيفيت ان وقت ڪهڙي ٿي هئي سو
نٿو چوان پر اهو ياد اٿم ته ٺهر سان کيس جواب ڏنو هوم،
"ها، منهنجو ته هڪ ئي عورت سان واسطو پيو آهي."

چيائين، "مونکي ته وشواس نٿو اچي."

هاڻي سچ پچ منهنجو حال قياس جوڳو هو! لڇائيندي
چيم، "ان لاءِ مان اوهانکي ڪهڙي ثابتي ڏيئي ٿو سگهان
يا اوهين منهنجي ڪهڙي پرکيا وٺي ٿا سگهو؟" مون شايد
اهي اکر ڪجهه اهڙي انداز ۾ چيا جو ويٺل مڙني دوستن کان
زوردار ٽهڪ نڪري ويا ۽ آءٌ اڃا به وڌيڪ شرمائجي ويس!

مون پنهنجي لڄ تي قابض ٿيندي موٽ ۾ وار ڪرڻ جي
ڪوشش ڪئي: " And what about you, Professor ? "
(اوهان جي ان باري ۾ ڪهڙي حالت آهي، پروفيسر؟)

ڏاڍي ڪڙڪي ڏڙڪي سان چيائين، "پائي مان ان ڳالهه
۾ ويشنو ڪونه آهيان..." ۽ وري محفل ۾ اڃا به زوردار
ٽهڪڙو مچي ويو.

اهڙين محفلن مان اٿڻ مشڪل ٿي پوندو هو. پوءِ ٿورا
سال، مان ڪنهن ڪم سانگي ولايت هليو ويو هوس ۽
مون کان هيءُ سڀ ڪجهه وسري ويو...

... ... ...

مون ڏٺو ته ٽهل مونکي گهر جي ڀاتين جي چور نظرن کان
بچائيندو، فلئٽ جي ڪنڊ واري هڪڙي ننڍڙي ڪمري ۾
وٺي هليو، جتي بلڪل مختصر فرنيچر پيل هو - ننڍڙو پلنگ،

هڪڙي ڪرسي، ڪتابن جو شيلف ۽ ٽپائي. هميشه وانگر
شيلف مان گلاس ڪڍي ٽڪن سان صاف ڪيائين. ايئر
جي باٽلي کولي، انهن کي ڀريائين ۽ ٽپائيءَ تي رکيائين.
مونکي ڪرسيءَ تي ويهڻ جو اشارو ڏنائين ۽ پاڻ منهنجي
سامهون پلنگ تي ويهي رهيو. "چيئرس" چئي ايئر جو
ڍڪ ڀريائين ۽ پوءِ بلڪل گهري ڳري آواز ۾ چيائين، "فلاڻا،
منهنجي جيون ڪهاڻيءَ جي ڇهاڙي اچي ويئي آهي ..."
ايترو چوندي سندس گلو گهٽجي ويو.

اهو ته مان به محسوس ڪري رهيو هوس ته ٽهل جي
ڪهاڻيءَ جي انتم سين هلي رهي هئي. هو ڳري ڪندا تي
ويٺو هو. سندس مکڙي تان شهاڻي جهلڪ غائب هئي.
ڪالهاڻي وقت واٽ جو ڪاٻو ڇيڙو هيٺ جهڪي ٿي ويس،
جنهن مان لڳو ته ڪيس اڌرنگ جي هلڪي چوٽ به لڳي آهي.
ڪمري جي فضا به ڏکوئيندڙ ٿي لڳي. پلنگ جو بسترو
نهايت ئي ٻري نموني اگهڙيل هو. ڪمري ۾ هوا ۽ روشنيءَ
جو پربند به قياس جوڳو هو. هڪڙو هلڪو بلب، مرڻينگ
حالت ۾ ٻري رهيو هو. دريءَ جو هڪ طاق کليل ۽ هڪ بند
هو. ڪندن ۾ جارا ڦهليل هوا ۽ پٽ تي هڪ ڪرڙي جيتن
کي ٽڪڙو ٽڪڙو ڀرڪائي رهي هئي. مون محسوس ڪيو،
موت جو گهيرو آهستي آهستي ٽهل جي چوڌاري سوڙهو
ٿيندو ٿو وڃي. اهڙي احساس ايندي ئي، درد جي سوٽ
منهنجي جسم کي چيري ويئي ...

اوچتو چيائين "پاپ ڇا ٿيندو آهي؟" مون کوبه جواب
ڪونه ڏنو. وري به پاڻ ڀڻڪيائين، "مان ضرور ڪنهن پاپ
جو ڦل ڀوڳي رهيو آهيان. جڏهن ننڍڙا ڀراوا ٿي وڃن،
زال وڇڙي اچي نه ڏئي، پٽ جي اڳيان ڏهن روپين لاءِ هٿ



ٽنگڻو پوي، تڏهن ان کي ڪنهن پاپ جو "ڦل" ئي
سمجهڻ گهرجي ..." ۽ وري اکر ڳلي ۾ اٽڪي ويس.
مون سندس دل کي هلڪو ڪرڻ لاءِ چيو، "ٻيو هيءَ
سڀ ڪيئن ۽ ڪڏهن ٿيو؟"

ٿورو وقت منهنجين اکين ۾ سڌو نهاريائين. ڪا ڳالهه ته
هئي، ڪو حجاب هو يا ڪوئي ٻيڙا هئي، جنهن تي قبضو
پائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. سندس نهار ڀلي ٿي
ويئي. چيائين، "قصو بلڪل مختصر آهي. ننڍي، ننڍي
ڪهاڻي. جڏهن مون پروفيسري ڇڏي ڌنڌو شروع ڪيو
ته ڀورين خوب ڏوڪڙ ڪمايم. پوءِ ته گهر جو هر ڀاتي ٻلهار ٿي
ويو. ٻه جڻن ڌنڌي ۾ ڌڪ لڳو ته قرضين اچي ورايم. پوءِ
ته سڀئي منهن ڦيري ويا. پٽ، جنهن جي نالي ۾ ڌار ڌنڌو
ڄمايو هوم ۽ زال، جنهن جي نالي ۾ مڪان جائدادون لڪائي
ڇڏيون هئم، سي به ڦري ويا. ڀورين مون کان ڳالهه ڦري
ورتائون. چي: اجايو خرچ ٿو ڪرين. ٽئڪسيءَ ۾ وڃڻ
جي ضرورت ڪانهي، جو اتي سخاوت لڳائي ويٺو آهين.
چيم: اي ليڙ ٻيءَ! آءٌ آهيان ئي پٽ سخاوتراءِ جو، سو تو
وانگر فقير چند ٿي ڪيئن هلندس ...! زال ته انهن منهن
موڙي ويئي آهي، جو ماني به هٿ ئي نوڪر جي هٿان
موڪليندي آهي ۽ آءٌ اڪيلو پيو کائيندو آهيان. ڇهه مهنا
ٿيا جو منهنجي وسڪي به بند ڪري ڇڏي اٿائون. مون
چيو: مونکي وسڪيءَ جي ضرورت آهي. خبر اٿئي منهنجي
پٽ ڇا چيو: "Go to hell, I cannot help you!"
(وڃي دوزخ وساءِ، مان ڪجهه به ڪري نٿو سگهان) ...

هن جو هنياءُ ڦاٽي پيو. سڏڪا ڀري روئڻ لڳو. بلڪل
ائين جيئن ڪو ٻالڪ روئندو آهي، جڏهن سندس ماءُ ڪيس

اڪيلو ڇڏي ويندي آهي. اکين مان ڳوڙهن جا لڙڪ وهندا
رهيس. مان منجهي پيس. آئي مون ڪيس پاڪر ۾ جهليو ۽
پيشانيءَ کي چميو. همت رکڻ لاءِ ٿلها وعظ ڪيم ۽ سندس
پٺيءَ تي هٿ ڦيريندو رهيس. هو ڪافي دير تائين سسڪندو
رهيو، تڏهن منهنجين نادان اکين مان به آنسو ٽمڪي
ويا. سندس جهول ۾ پيا. هن مٿي نهاريو ۽ چڪي مونکي
ڇاتيءَ سان لڳايائين ۽ شفقت ڀريون چميون ڏنائين. "مونکي
معاف ڪجانءِ، مون توکي اجايو ڏک پهچايو." هن گويا
پنهنجي دل تي وري وڏو پٿر رکي ڇڏيو!

وري اسان جڏهن بيئر جا گلاس کنيا، تڏهن مون چيو،
"پروفيسر صاحب، هن ۾ پاپ ۽ پنج جو ته ڪو دخل ڪونهي.
ڏسو، جڏهن اوهين مالدار هئا ته سڀ ڪو اوهانجي عزت
ڪندو هو ۽ هاڻي جڏهن ناڻو نه رهيو ته پنهنجا به هٿي پري
ٿيا. سو پئسو هئڻ ۽ نه هئڻ سان پاپ ۽ پنج کي ڳنڍڻ ته
ڪنهن به ڌرمي شاستر ۾ لکيل نه آهي."

"ته پوءِ هي سڀ ڇا آهي؟" هن درد مان رڙ ڪئي.

مون چيو، "ياد آهي اوهانکي، هڪ دفعي اوهان
شيڪسپيئر جي هڪ ناٽڪ "ڪنگ ليئر" مان دکدائي
ڊائلاگ پڙهائيندي، ليئر جي قسمت جي ڪاڻ جو ذڪر
ڪيو هو، جو هن پنهنجي خود غرض ڌيئرن کي پنهنجي ملڪيت
ورهائي ڏني هئي ۽ انت ۾ ڏک پرايو هو. اوهين پاڻ سان اها
ٿيئري ڇو ڪين ٿا لڳايو؟"

هو کلي ويٺو، "تون آهين ته هڪ ناستڪ، بي - دين!
ڪنهن کي به نه مڃيندڙ، پوءِ اڄ قسمت جي چڪر جون
ڳالهيون ڪيئن پيو ڪرين! لڳي پيو تو ۾ ڏاڍو سڌارو اچي
ويو آهي ...".



مون نه موٽ ۾ هلڪو ٽهڪ ڏنو. مون چيو، "ڏسو،
مون ۾ ڪو اهڙو سڌارو - واڌارو ڪونه آيو آهي. مون اها ڳالهه
اوهانجي نسبت ۾ چئي آهي. اوهان کي ان مان سنتوش ملي
سگهي ٿو. اوهين ان ئي ٻوليءَ ۾ پنهنجي حالت کي سمجهڻ
۾ ڪامياب ٿي سگهو ٿا. اگر مان پنهنجي ٻوليءَ ۾ چوندس
ته اها انسان جي قسمت جي ڪاڻ نه، پر اسانجي سرشتي
جي ديڻپائي آهي، جو اسانکي اهڙو ڏيکي ۽ خود غرض ٿو
بڻائي، ته پوءِ وري اوهين مون تي ڪميونسٽ هئڻ جو ٺپو
هڻي، مونکي عوامي سمنڊ ۾ ٻوڙائڻ جو وصيعت نامو ڪري
ويندا ..."

مون اڃا جملو پورو ئي ڪونه ڪيو ته هو اچي ٽهڪن ۾
ڇٽڪيو... زور سان ٽهڪ... اڃا به زور سان... مونکي ائين
محسوس ٿيو ته پيڙا جيڪا وڏي عرصي کان سندس من اندر
پٿر ٿي ويٺي هئي، سا هن ٽهڪن جي گرمائش ۾ رجي
رهي هئي. مون سندس ڏک متاثر ۾ ساٿ ڏنو. مون به
هن سان گڏ ٽهڪ ڏيڻ شروع ڪيا. ڪوٺيءَ ۾ گويا ٽهڪن
جون ٽنڊڪون هلي رهيون هيون. مونکي لڳو اهڙي خوفناڪ
آواز تي ڪٿي ڪوٺيءَ جي ڇت نه اڏامي وڃي. گهڻي کلڻ
ڪري اسانجون اکيون آنسن سان ڀرجي ويون هيون ۽ ڪمري
جي هر شيءِ ڏڪندي پئي لڳي. اسانکي ان ڳالهه جي به سمڪ
نه رهي ته ڪيڏي مهل سندس پٽ ۽ زال دروازي جو طاق
کولي اندر گهڙي آيا هئا. جڏهن سندن نفرت ڀريو آواز ڪنن
تي پيو، تڏهن اسانجون اکيون پٽجي ويون. سندس پٽ
چئي رهيو هو، "نشي پتي کان هن عمر ۾ به باز نه ايندين؟
توکي شايد پاڳل خاني ۾ پرائي اٿڻو آهي." پوءِ کان پيان جو
وچون منان اڇلائي طاق کي زور سان ٺوڪائي هو ڪمري
کان ٻاهر نڪري ويا.

مان سوچيندي رهيس. منهنجو سر چڪرائجي ويو. اکين اڳيان
ڌنڌ جون لهرون اٿنديون نظر آيون. آءٌ ڪرسيءَ تي ڄڻ ڪري پيئي
ويو هوس. واقعي ۾ زهر جو ذائقو پرجي ويو. بدن مان سٺ
اڏامي ويو رهيو هو... اهڙي پوائنٽي احساس ڪان مونکي ٿهل
آزاد ڪيو. چيائين، "ڦلاڻا، مون ڪيئن توکي چيو ته مان
گناهه جي سزا ڀوڳي رهيو آهيان... ۽ پوءِ ڄڻ پاڻ سان
ڳالهائيندي چيائين، "ياد اٿئي هڪ دفعي مون توکي چيو
هو ته منهنجو واسطو صرف هڪ عورت سان نه رهيو آهي.
ٻيون به عورتون منهنجي جيون ۾ آيون آهن..."

مونکي لڳو سندس آتما تي ڪو وڏو بوجهه آهي؛ ڪجهه
آهي جو هن کي پيڙا پهچائي رهيو آهي. سندس چهرو ڳنڀير
ٿي ويو. سندس اکيون ٿوري ساعت مون تي اٽڪيون
رهيون، ڄڻ منهنجي "وشواس - پريکيا" وٺندو هجي.
پوءِ ٻه چار دفعا ڪمري اندر سندس اکيون چوڌاري ڦرنديون
رهيون ۽ آخر ڪتابن واري شيلف جي مٿان رکيل ڪن وڏن
لفافن تي ڄميون رهيون. من جي آنڌمانڌ ڪارڻ سندس
چهرو پيلو پوندو ٿي ويو. ۽ پوءِ هو جهٽڪي سان اٿيو. لفافن
کي ڦوليو، انهن مان هڪڙو ٻاهر ڪڍيائين، جنهن مان ڳولهي
ڳولهي هڪ فوٽو ڪڍيائين ۽ منهنجي اڳيان آڻي چيائين،
"هيءَ عورت ڏس...! مان ان وقت ڦوهه جوانيءَ ۾ هوس.
بيءَ سان ڪيتو ڪري، انگلنڊ پڙهڻ ويو هوس. ان دور ۾،
هڪڙي ونڪيشن پوري مان اٽليءَ گهمڻ ويس ۽ روم ۾
وچين سمنڊ ڪناري، هڪڙي هوٽل ۾ رهيس. منهنجي
ڪمري جي لڳولڳ هڪ نوجوان انگريز جوڙو به اچي رهيو هو.
ٻن چئن ڏينهن ۾ ئي "هيلو، هيلو" ڪندي هنن سان
ڏيٺ ويٺ ٿي ويئي، گهرائيءَ جي حد تائين. ٻنهي جي



ڦوهه اٿاهه محبت هئي، جنهن کي نيڻن سان پيئندي، آءٌ
اديت آنند محسوس ڪندو هوس...

هڪڙي شام، جڏهن اهو نوجوان، ڪلب ۾ رانديءَ ۾ مگن
هو، ته سندس پريتما، جنهن جو نالو لئلا هو، مون سان سمنڊ
ڪناري گهمڻ نڪري پيئي. اسين ڳالهيون ڪندي گهڻو
دور نڪري وياسين. مون تي جوانيءَ جي مستي سوار هئي.
مٿان جو وري هيءَ بيحد حسين نينگر منهنجي پرسان هلي
رهي هئي، ته ڄڻ چقمقي لهرون سندس بدن مان نڪري،
منهنجي روح ۾ داخل ٿي رهيون هيون ۽ مون ۾ هڪ عجيب
ترڪ پيدا ڪري رهيون هيون. مان پنهنجن امنگن کي دٻائڻ
۾ ڪامياب نه ٿي رهيو هوس پر پوءِ به هڪڙي تمنا کي
گهٽي نه سگهيس. حجاب جا بندن ٽوڙي لئلا جي طرف
ڀرپور سڪ مان نهاري چيم، "مونکي خبر نه آهي ته مريادا
جا ڪو ليڪا لنگهان يا فضيلت کي ٽو الوداع ڪريان ۽ پر لئلا
اگر توکي اعتراض نه هجي ته مان توکي هڪڙي چمي
ڏيان..."

لئلا کلي ڏنو، بلڪل ائين، جيئن ڪڏهن ڪو ٻار ڪيٽو
ڪري ته ماءُ کلي ڏيندي آهي. جيسين جواب ڏئي، تيسين
منهنجو ساهه ڄڻ رڪجي ويو هو. چيائين، "اگر تنهنجي
اهڙي مرضي آهي ته مونکي اعتراض ڪونهي." اچانڪ
سرڳ منهنجي لاءِ ڌرتيءَ تي لهي آيو. منهنجي دل اٻامڻ
لڳي. سڄي بدن ۾ بسرلون وڄڻ لڳيون. بي-خوديءَ جي
اها حالت هئي، جو هوش حواس وڃائي رهيا. لئلا کي ڀاڪر
۾ ڀري، ٻنهي جا چپ سندس چپن تي رکيم ۽ ڪيس هڪ اهڙي
زوردار چمي ڏنم جا هڪ يگ جيتري وڏي هئي. جڏهن آءٌ
ڪانئس ڌار ٿيس ته، لئلا جا هوش حواس غائب هئا. هوءَ

مون سان ، ٻانهن ۾ ٻانهن وجهي هوٽل تائين واپس آئي ،
پريتم کي سامهون ڏسي هن ٻانهن مان ٻانهن ڪڍي ڇڏيائين .
مان ششدر ٿي ويس ۽ پنهنجي ٻانهن ڇڏائي ڪمري ۾
هليو ويس ...

ان ڏينهن اندر ۾ هڪ ٻهڪي جي وڇڙ اڻٽڪيءَ ان حد تائين
ڀڄي ويئي ، جو اهو نوجوان پنهنجي ٻيگ کڻي هوٽل ڇڏي
هليو ويو . ليلا پنهنجي ٻيگ کڻي منهنجي ڪمري ۾ رکي .
منهنجون ته وايون ئي ٻتال ٿي ويئون . اصل گهٻرائجي ويس.
مون چيو ، " ليلا تو هيءُ ڇا ڪيو ؟ " مان ته ٻرديسي، همت
پڙهڻ آيو آهيان . تو پنهنجي پريتم کي ڇو رسائي ڇڏيو؟ "
هوءَ بلڪل خاموش هئي . چيائين ، " مان شام جو واپس
ٿي وڃان. تنهنجو ڪهڙو پروگرام آهي؟ " مون چيو : " مان به
توسان گڏ واپس ٿو موٽان ... "

لنڊن ۾ لهڻ ڪانپوءِ هوءَ ڏاڍو زور ڀري مونکي پنهنجي
گهر وٺي هلي . رات گهر ۾ رهڻ لاءِ به ضد ڪيائين. مونکي
الڳ ڪمرو ڏنو ويو . ڪاڌي پيتي کان فارغ ٿي مان ڪمري جو
دروازو بند ڪري وڃي سمهيس . اڌي رات جو اڇي منهنجو
در کڙڪايائين . مون دروازو کوليو . هوءَ اندر هلي آئي ۽ اڇي
بستري تي ويهي رهي . منهنجون ته هوايون ڇٽڻ لڳيون ،
لوندڙيون وٽ نسون اڀري آيون ، ڇڙ دل جو ڌڙڪو ٿي پيم!
همت ڀڏي ڪيس چيم ، " ليلا ، تنهنجا مائٽ ڇا چوندا!
وڃي پنهنجي ڪمري ۾ سمهه . " منهنجا چپ لرزي رهيا
هئا ۽ اکر ٽڪرا ٽڪرا ٿي رهيا هئا . هن چيو ، " منهنجا
مائٽ اهڙا تنگدل نه آهن. تون اجايو پريشان نه ٿيءُ . مان
توکي ڳرڪائي ڪانه ويندس ... " ٽڌهن مون کان ڦڪي ڪل
نڪري ويئي. سڄي رات ليلا مون سان سڪ ڀريون منڙهيون



ڳالهيون ڪندي رهي . نيت منهنجي تمام گهڻي زور ڀرڻ
تي ، اسرو يلي هوءَ پنهنجي ڪمري ۾ وڃڻ لاءِ تيار ٿي
ويئي . هو وڃڻ کان اڳم منهنجي چمن ڪي چمي ورتائين .
منهنجي بدن ۾ زلزلو پيدا ٿي ويو . منهنجن وڃارن جو
مهلاب طوفان جي ڪن ۾ ڦاسي ويو . جاڳ ۾ به سپنن جو
سنسار ڏسي رهيو هوس ...

صبوح ٿيندي ئي ، مون ٻيگ تيار ڪري ، وڃڻ جو ارادو
ڏيکاريو، مونکي روڪيائين ڪونه، صرف هڪ انجام ورتائين
ته مان وٽس جلدي جلدي ٻيو ايندس . اقرار ڪري ، تمام
ڳري دل کڻي مان پنهنجي آستان تي آيس . ليڪن ليلا دل ۾
گهٽو گهري پيهي ويئي آهي . هاڻي ڳالهه منهنجي وس کان
ٻاهر نڪري ويئي . سک آرام کسجي ويو . هر آرتوار ۽ موڪل
جي ڏينهن وٽس ويندو هوس . اکيون ڪنهن ڪارڻ اهو ڏٺي
ٽئي ويندو هو نه . هوءَ بيقرار ٿي پوندي هئي ۽ مون وٽ
هلي ايندي هئي . محبت اسانکي ڪيڏي ورتو هو ... !

هڪ سمو اهڙو به آيو جو مون محسوس ڪيو ته محبت
مونکي اٽانگي وات تان؛ ڪنهن نا معلوم ڏسا طرف گهليندي؛
وٺي وڃي رهي آهي. مان اٽڪل ۽ اٽساڪل واهن تي، بنهه
ڪنهن به ڳڙ ڳوت ڪانسواءِ ، هڪ عجيب نشي جي خمار ۾
ٻوڙندو ٿو وڃان . ان منزل طرف جنهن جي ڪابه خاطري
ڪانهي ... هڪ اهڙي خود - ڄاڻ جي ڪڻ ۾ ڀوريل مون
ٻاڪي سمجهايو ۽ پوءِ ليلا کي ان بيحد خطري واري، پوائتي
انجام کان آگاه ڪرڻ جا ڏاپا پٽڻ ڪيم ، ڪيس خمار مان
جاڳائڻ جي ڪوشش ڪيم . پر نه ، اهو ڪو امر آديش هو.
مرد جي دل جو لاڄڪ ، عورت جي دل جي صداقت اڳيان
ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو . پورن ريت ارپڻ واري الڪنا استريءَ

وت آهي، پوءِ پل اها ڪيس ناس چو نہ ڪري ڇڏي. اها
ڪا افسانوي يا ڊرامائي حقيقت نہ آهي. اهو جيون جو
اَمٽ سچ آهي ۽ مونکي ان اڳيان هار مڃڻي پيئي. جيتوڻيڪ
ان ۾ لڳلا جي آئيندي جو اونو منهنجي ذهن کي ڏڪائي
رهيو هو...

پڙهائي پوري ڪري مان وطن ورڻ جا سانباها ڪرڻ
لڳس. هوءَ پريشان ٿي ويئي. پاڻ سان گڏ هندستان وٺي هلڻ
جو ضد ڪيائين. مون ڪيس سمجهايو تہ اسانجي سماج تمام
تنگدل آهي ۽ منهنجا مائٽ اهڙي حقيقت کي برداشت ڪري
ڪين سگهندا ۽ اسانجي گهر ۾ جهل ڦاٽي پوندو. پر ڪيس
پنهنجي پيار جي سچائيءَ ۾ ايترو وشواس هو جو چوڻ لڳي،
"پوءِ مونکي وٺي هل ۽ مان تنهنجي مائٽن جي پيرن تي
ڪري پونديس ۽ ڪين مڃائينديس. اگر چاهيندا تہ مان هندو
ڌرم ۾ اختيار ڪنديس." مان سندس اهڙي صداقت تي
ڇيهون ڇيهون ٿي ويس ۽ پنهنجو پاڻ تي گهڻي لعنت وڌم،
پر پوءِ بہ ايتري جرئت گڏ ڪري نہ سگهيس جو لڳلا کي
پاڻ سان گڏ هندستان وٺي اچان. مان اڳتائل آئيندي کان
ڊڄي ويس... ڪيس اهو وشواس ڏياري تہ مان پنهنجن مائٽن
کي مڃائي، جلد موٽي ٿو اچان ۽ پوءِ ڪيس پاڻ سان گڏ وٺي
ويندس، آءٌ وطن موٽي آيس...

مان مائٽن کي مڃائي نہ سگهيس. بلڪ هتي فورن منهنجي
شادي ڪرائي ڇڏي ۽ واپس موٽڻ جون واهون بند ڪري
ڇڏيون. لڳلا اتي اڙقندي رهي. گهڻا ئي خط لکيائين.
مون وٽان ڪو بہ جواب نہ پائي، ڪيس دماغي شاڪ اچي ويو
۽ هوءَ هسٽيريا ۾ مبتلا ٿي ويئي. اڄ ٽيهن سالن کان بيمار
ٿي ڪنهن اسپتال ۾ پيئي آهي. پنهنجي ياداشت بہ کوهي



ويٺي آهي. اهو احوال بہ ٿورا سال اڳ، ڪنهن دوست جي معرفت
ڪوشش ڪندي مليو اٿم، جنهن سندس هيءُ فوٽو بہ ڪٽي
موڪليو آهي. باقي سندس اهائي يادگيري مون وٽ رهي
آهي. ۽ اِها يادگيريءَ جي نشاني اها آهي جو مون پنهنجي
ٻارن ڌيءُ جو نالو بہ لڳلا رکيو هو. ۽ اها بہ شادي ڪري
گهوٽ سميت وڃي آمريڪا رهي آهي...

مان ٽهل جي ڪهاڻي ٻڌڻ ۾ ايترو تہ محو ٿي ويو هوس،
جو منهنجي چوڌاري گويا دنيا جو آڪار الوپ ٿي ويو هو
۽ مان اُن سرت ڇڏي ٽهل جي آواز جو پڙاڏو ٻڌي رهيو
هوس. ڪيڏي مهل هن پنهنجو داستان پورو ڪيو، سا
مونکي سمجهہ ڪانہ رهي. جڏهن چيائين، "هاڻي گلاس
خالي ڪر تہ پريون"، تڏهن سچيت ٿي اکيون کوليم. پر
پوءِ بہ عجيب وارتا جي اثر هيٺ ڪافي وقت تائين اُن جان
رهيس. زبان بہ ڪانہ ٿي چري پري. مان گناہ ۽ ان جي
پوڄنا واري ٽيڙري کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار نہ هوس. اهو
بہ هڪڙو اهڙو ئي وهم آهي، جهڙو اڳين جنمن جي ڪرمن
جي ٽيڙري وارو، جنهن جي بنياد تي وري لڳلا جي پوڄنا
جو سهارو وٺڻو پوندو. مون دل ۾ چيو، "نہ!" ۽ ڪنڌ
ڌوڻي، وهم ٿي بدلي ان ٽيڙريءَ جو بار هٽائي ڇڏيم...

"هاڻي بداءِ تنهنجي عقل پرستي ڪٿي ٿي ڪم اچي؟!"
ٽهل جي آواز ۾ اهڙي بيوسي هئي، جنهن مان لڳم،
زندگيءَ پر حاصل ڪيل علم ۽ ڏاهپ سندس ناڪاميءَ
اڳيان شڪست کائي ٻٽ ۾ ليٽيا پيا هئا ۽ هو هارايل شخص
جيان بيوسيءَ ۾ هٿ ڦهلايو بيٺو آهي. "ائين چو ٿو ٿئي؟
زندگيءَ جي سندرتا کي ڪوڙهہ سان چو ٿو بدزيبو ڪيو
وڃي؟ امرت ۾ زهر چو ٿو اوتيو وڃي؟ ٻرپت ڪي صليب

"ئي چئو ته ڇاڙهيو وڃي ... ؟" اها دل جي هڪڙي اهڙي
دانهن هئي جيڪا ديوارين سان ٽڪرائجي، فضائن ۾
ڦهلجي وئي.

مون وٽ سڀني سوالن جا جواب ڪونه هئا. اهڙي دعوا
ڪرڻ به احمقپڻو هو. مون چيو، "پروفيسر صاحب، پاپ
ڇا آهي؟ ان گورک ڌنڌي ۾ ٿاڦوڙا هڻڻ جي اڄ قابل نه
آهيان ۽ ضروري به نه آهي. مان صرف هڪڙي ڳالهه ڄاڻان
ٿو ته ان سوال تي ڳوٺيون ساريون پستڪ لکيا ويا آهن، پر
اهو سوال جتي آهي، اتي ئي بيٺو آهي. منهنجي لاءِ ته
پاپ ۽ پنج جو سوال ڏاڍو سادارڻ آهي، سولو آهي. مان
هڪ ئي نتيجي تي پهتو آهيان ته انساني وهنوار ۾ ڪنهن کي
به ڇانئي واٽي دک پهچائڻ ئي "پاپ" آهي. بس ان کانسواءِ
بي ڪا به ڳالهه پاپ جي دائري ۾ ڪانهي ... بيو ڪجهه به
پاپ نه آهي."

هن پنهنجو ڪنڌ مٿي ڪيو ۽ منهنجين اکين ۾ اکيون
وڌيون. اهي آنسن سان ڀريل هيون، جن ۾ روشنيءَ جا
ٽورا چلڪي رهيا هئا. مان نه ٿو ڄاڻان ته انهن ۾ منهنجي
سادي سمجهاڻيءَ جي ڪا جهلڪ هئي. پر ائين ضرور لڳو
ته سندس آتما جو بوجهه ڪنهن حد تائين هلڪو ٿيو هو.
اهو شايد ان ڪري به هجي جو پنهنجي پيڙا کي مون تائين
پهچائي، پاڻ کي هلڪ محسوس ڪيو هئائين ...

"مون اڪيلا ڪئي هڪ دفعو ڏسڻ ٿي چاهيان. معلوم
اٿم ته هوءَ سڌ بڌ وڃائي ويٺي آهي ۽ شايد مونکي
سڃاڻي به نه سگهي. پر منهنجو من بيو چوي، ته متان
مونکي ڏسي، ڪٿي ڪا ازغيبي سوجهه نه ڪيس سنتوش



بخشي ۽ سندس آتما جي ڳنڍ، جيڪا پيچجي وئي آهي،
سا کلي پوي ..." ۽ هو وري سڏڪا ڀرڻ لڳو. جانم سندس
حالت منهنجي سهڻ کان ٻاهر آهي ان ڪري مون کيس ڪٿي
جلدي پهچڻ جو بهانو ڏنو ۽ وري ورسي وٺس اچڻ جو اقرار
ڏيئي، مان ٽڪڙو ڪمري کان ٻاهر نڪري، دالان ٽپي
مکيه دروازو کولي، ٻاهر نڪري آيس ۽ پنهنجي نهارڻ جي
به جرئت ڪانه ٿيم!

●●

# جيئي سنڌ .... سدا جيئي !

پاڪي گهليندو گهليندو جيئن ئي اسان جي
ويجهو پهتو ته پڪيندي چيائين، "جيئي سنڌ !".
مون وڏي ڪيس پاڪر ۾ جهليندي چيو، "سدا
جيئي ...!". هو منهنجي ڪنڌي تي ٻرڪي پيو
۽ سندس اکيون بند ٿي ويئون. مون ائين محسوس
ڪيو ته هڪ ٻچوندڙ بند منهنجي ڇاتيءَ سان لپيٽجي
ويو آهي. ١٠٥ ڊگرين ڪان به وڌيڪ بخار هن جي
سرير ۾ گهمي رهيو هو. منهنجو بدن، جو هن ڪان
اڳ ڪليل ريگستاني هوا ۾ سيات محسوس ڪري
رهيو هو، سو گويا ٻرندڙ ڏاندن جي حرارت محسوس
ڪرڻ لڳو. هو بيهوش ٿي ويو هو، چاڪاڻ ته
جئن ئي ڪنڌ منهنجي ڪلهي تي رکيائين ته وري
چريو ئي ڪين. مون همراهن کي هڪل ڪئي ته
جلدي ڪريو، مڙس ٿپ جي ٻنيءَ ۾ پيو پري.
هڪڙي سگهاري مڙس ڪيس ٻڪ وجهي ڪٽي ڪلهي
تي رکيو ۽ ٻئي سندس پوسان پيل ٿيلهو ۽ هيٺ
ڪريل ٿارچ کڻي ورتي. اسين تڪڙا تڪڙا ڪجهه
فرلانگ پري ڇڏيل جيپ طرف وڌياسين، جيڪا
هڪ ڪچي ٻيري لڳ ڇڏي آيا هواسون.

اسانکي هٿ ايتي ئي ڪلاڪ/واهه جا ٿي چڪا
هئا. رات ڪافي لڙي چڪي هئي. ڪتان ڪتان
مون جا آواز پئي آيا. اسين ان ملڪن جي سرحد
وٽ اٽڪل اڌ ميل ڪن اندر بيهي، هن يار جي
انتظار ۾ بيٺا هئاسون. اسانکي ڳاڙهي شيشي وارو
لالٽين هٿ ۾ هو. مگر ايل جگهه تي، لالٽين جي
ڳاڙهيءَ روشنيءَ جي شعاع کي ڏسي هن همراه کي

مگر وقت ٿي پهچڙو هو. ٽي ڪلاڪ هڪ هند انتظار ڪرڻ
ڪري اسانجا پير سڪي ويا هئا ۽ هن واريءَ ڪليل پٽ ۾
لڳندڙ ٿڌي هوا جي ڪارڻ، اسانجي بدن ۾ رکي رکي سيات
ٿي اڀري، جيتوڻيڪ اهو ته اونهاري جو سمو هو. هڪ
گهڙيءَ ته اسانکي اهو اچي انديشو ٿيو ته شايد همراه، يا ته
سرحد پار ڪرڻ ڪان اڳ ۾ ئي پڪڙجي پيو آهي يا ته وري
پاٽ اونداهيءَ ۾ رستو ڀلجي، ڪنهن ٻئي طرف هليو ويو
آهي. ۽ خوف اهو هو ته اگر رستو ڀلجي ويو ته الائي ڪهڙي
اوجهڙ ۾ وڃي پهچندو ۽ پوءِ ته ... خدا خير ڪري!

اهڙي ٻڌڙ ۾ هئاسون ته پريان هلڪي روشنيءَ جو دهو
نظر آيو. اسانجي پيٽ ۾ ساهه پيو ۽ ڇهوا ڪجهه سرها ٿيا ته
سچڻ سلامت منزل ڏانهن وڌي رهيو آهي. هاڻي وڃي ڪل
پيئي ته همراه ميل - ٻن جي فاصلي طئه ڪرڻ ۾ ايترو وقت
ڇو لڳايو هو. مڙس ڪي ٻئ ٽپن جا ڇڙهيل هئا، سو ائين
پاڪي گهليندو، پير پير ۾ پائيندو اچي اسان پيڙو ٿيو هو.
اگر هيڏي ٿپ ڪارڻ جي پرواهي ڪائي ڪئي ڪري پوي ها
۽ هوش سالم ته رکي سگهي ها ته جانون جو شڪار ته ٿي
سگهيو ٿي يا ته ساري رات رڃيءَ ۾ لڙهي قبر داخل ته ٿي
وڃي ها...!

جيپ هوا سان ڳالهيون ڪندي ڊوڙندي پئي هلي.
همراه، کي هڪ طرف ڪوچ تي ليٽائي مٿان هلڪي چادر
وجهي ڇڏي هئي سين، جنهن مان پير ٻاهر ڏسڻ ۾ پئي آيا.
پيرن ۾ ڳاڙهي رنگ جو ڪئنواس جو بوٽ پيل هو س، جنهن جي
مٿان ڪافي گپ چڪ ڇڙهيل هئي. مون سندس بوٽ لاهي
پاسيرو ڪري رکيو ۽ پنهنجي پيرن مان جوراب لاهي ڪيس

ٻاٽا ۽ ٽوال سان سندس ٻيو وڙهي ڇڏيا. تپ جي اثر هيٺ
مڙس ڪنجهي رهيو هو...

ان وقت اسان وٽ ڪا دوا يا ٻيو واهر وسيلو ڪونه هو
جو مٿس آزمايون. اهڙي ويل جو ته اسان تصور به ڪونه
ڪيو هو. اسان لاءِ اهو ئي رستو هو ته جيپ کي ڊوڙايون ۽
سيگهه ۾ ڪئمپ ڀيڙا ٿيون. مونکي تار ڏيئي گهرايو ويو
هو ته ڪو همراه سرحد پار کان فلاڻي کي فلاڻي ڏينهن تي،
فلاڻي هنڌ تي داخل ٿي رهيو آهي ۽ سندس خواهش موجب
مان اُتي حاضر هجان. ۽ اسان مقرر هنڌ تي پهچي انتظار
جون گهڙيون گذاريون. پر افسوس جو حالتن اسان جي اُميدن
کان هٽي هڪ اُلٽو چڪر کائي ورتو ۽ اسين همراه سان
رهاڻيون ڪرڻ بدران کيس بيهوشيءَ جي حالت ۾ جيپ ۾
اُٿائيندا، ڪئمپ طرف ڊوڙي رهيا هئاسين.

اَڻ سوچيل، اَڻ چاتل حالتن جي اثر هيٺ مان گهڙي پلڪ
لاءِ سن ٿي اچي ويو هوس ۽ جيپ ۾ ڪجهه اندر طرف سرڪي
ويٺو هوس. جيپ اندر مونکي هڪ سناٽو محسوس ٿيو -
هڪ اَجنبي فضا! مون پاڻ ۾ اچڻ جي ڪوشش ڪيم.
پرسان رکيل همراه جي ٿيلهي مونکي سرت ۾ آندو، جنهن مان
سنڌي چادر ۽ ٽوال ڪڍي اسان کيس ڍڪڻ جي ڪوشش
ڪئي هئي. مون ان ۾ هٿ گهمائي چڪاس ڪئي. هڪ
ڪپڙن جي وڳي کانسواءِ اُن ۾ هيون ٻيون روزمره جي استعمال
جون چيزون ۽ هڪ ڪتاب ۽ هڪڙي ڊائري. ڪتاب جي
مٿان وڏن اکرن ۾ ڇپيل هو - "لطيف جو چونڊ شعر."
مون ان کي چپن جي ويجهو آڻي چميو ۽ اکيون پُرجي آيون.
ڪتاب جڏهن ئي کولڻ جي ڪوشش ڪيم ته هڪ تصوير هيٺ
ڪري پيئي. ڪٿي ڏٺم ته ڪنهن دوشيزه جو مسڪرائيندڙ

فوٽو هو. ٻروڙي ورنم ته ذکيءَ راهه ۾ همراهه پنهنجي محبوبا کي هم - سفر بڻايو تو ڏسجي. فوٽو ڪتاب ۾ وجهي پاسيرو ڪري رکيم، جو ڊائريءَ منهنجي اُڻ تڻ وڌائي هئي. ڊائريءَ جي پهرين ئي ورق تي لکيل هو:

**قيامت جو ڏينهن:** نٿو ڄاڻان ته اهو ڏينهن مومن لاءِ ايندو به يا نه، پر سنڌ ڌرتيءَ تي جن گهرا زخم ڪيا آهن، انهن لاءِ اهو فتوي جو ڏينهن ايندو ۽ ستمگرن کي سنڌي عوام جي سامهون هيٺين گناهن جو حساب ڏيڻو پوندو. هيءَ ڊائري اهڙي ليکي چوکي جو سنڌي دستاويز تي پيش ايندي.

مان ٽڪرا ٽڪرا صفحا ورائيندو وڃ وڃ مان پڙهندو ٿي ويس:

— اڄ مقدس قليليءَ جي ٻل ٻرسان سنڌ يونيورسٽيءَ جا ٻي - هٿيار جوڌا ننگي تشدد اڳيان لڙيا آهن. گوليون لٺين ۽ ٽيئر گئس اڳيان پنهنجا سينا سهايا اٿن. ٻارايمت سنڌين رڻو رت وهايو آهي. سنڌ ڌرتيءَ کي رت جو ريج مليو آهي. رت پذل جوان سنڌ ماءُ کي لپٽيا آهن. اُپ سڄي کي لاک لڳي آهي. سنڌ صدين جي ننڊ مان سڄاڳ ٿي آهي...

— اڄ اختر بلوچ ۽ ٻين سنڌ جي نماڻين نيڳرين، پائرن جي رت سان رنگيل دوپٽا هوا ۾ لهرائي آمريت جو مقابلو ڪيو آهي. سنڌين گلن جهڙي بدن تي ڏنڊن جو وسڪارو ٿيو آهي. ڪين پڪرين وانگر ستي شاهي جيل جي ديوارين اندر بند ڪيو ويو آهي. سنڌي ماءُ ڪوٽ ۾ بند آهي...

— اڄ ڏارين سنڌي ٻوليءَ تي حملو ڪيو آهي. سنڌ جي فرزندن کي چونڊي چونڊي ماريو آهي. سنڌيءَ جي ناچم

کي لٽن هيٺان لتاڙيو آهي. شهرن ۾ راڪاس ڦهليل آهي. نادرشاهه سنڌ جي گهٽين ۾ ڦري رهيو آهي...

— اڄ ويڙهان سنڌ جي شرافت، محبت ۽ مهمانوازيءَ جو خون ڪيو آهي. سنڌ ماءُ جو هڪ ڪونڌر ڪسجي ويو آهي. پراون عبدالرزاق سومري کي سنڌ ڌرتيءَ سان نينهن ڪرڻ ڪري شهيد ڪيو آهي. هوشو، هيمون، دريا خان جي قطار ۾ هڪ ٻيو ڳاڙهو گل ڪري پيو آهي...

اڳي تاريخن ۾ هي ورق پڙهندي منهنجو ساهه اُپامي رهيو هو. وڌيڪ پڙهي نه سگهيس. غصي ۽ نفرت جي آگ اندر ۾ هڪ ولولو پيدا ڪري رهي هئي. سنڌ جو نئون نڪور اتهاس لکجي رهيو هو ۽ منهنجي هڪ بيوسي، هڪ پشيماني... ڊائريءَ کي بند ڪري ڇڏيم. سمجهه ۾ نه پيو اچيم ته مان ڇا ڪريان. شاهه جي ڪلام واري ڪتاب مان اڄ سنڌي پوشاڪ پهريل سنڌ جي سپاهي نينگر جو فوٽو ڪڍيم. فوٽي کي هٿ ۾ جهلي سندن گهرين اکين ۾ پريل محبت جي سيلاب ۾ ڪي معنائون ڳولهڻ لڳس. پاڻان پيو هن جي بيباڪ مشڪ منهنجي رنج ـ عالم کي ڪجهه تسڪين پريون منزلون ڏيئي رهي آهي. فوٽو ڊائريءَ ۾ وجهي، ڊائري ٽيبل جي حوالي ڪيم. "لطيف جو چونڊ شعر" ٻنهي هٿن ۾ جهلي، بي ـ اختيار اُن کي وچ مان کڻي کوليم جيئن نه ڪي شرڌالو گرو گرنٿ کي وچ مان کولي وچن وٺندا آهن. مون شاهه جو "وچن" پڙهيو:

سُوري سڏ ڪري اَچي عاشقن کي
جي اُٿي سڏ سڻڻ جي ته ڪرم پير پري
سسي ڌار ڌري، پڇج پوءِ پريتڻون.

وري ٻئي صفحي تي نظر وڌم:

گهوڙن ۽ گهوٽن جيڻ ٽورا ڏيکاڙا،
ڪڏهن منجهه ڪوٽن، ڪڏهن واهي رڻ جا.

مونکي وقت جي سمجهه نه پئي رهي. جيپ ڪئمپ جو وڏو ڦاٽڪ پار ڪري هڪ بئرڪ جي سامهون پهچي چڪي هئي ۽ جڏهن ڊرائيور بريڪ لڳائي، تڏهن ڌوڏي تي پروڙ پيم ۽ اکيون مٿي کنيم. سامهون همراه مونکي حيرت وچان ڏسي رهيا هئا، گويا مان ڪنهن ڪاهڻ جي اثر هيٺ هوس.
همراهن هن جوان کي لاهي هڪڙي ڪمري ۾ کٽ بستري تي ليٽايو. ڪن ۾ هڪ ڊاڪٽر وارد ٿيو، جنهن پوري چڪاس ڪري هن کي سئي هنئين ۽ اسانکي دلداري ڏني ته صبح تائين سڀ ڪجهه ٺيڪ ٿي ويندو.

گهڻي ٽڪ ۽ دير سان بستري داخل ٿيڻ ڪري اهڙو ننڊ جو خمار چڙهيو جو سڄ مٿي چڙهي اچڻ جي سمجهه نه پيئي. جڏهن راتوڪن همراهن مان هڪ اچي ڏونڌاريو ته مهمان سڄاڳ ٿيو آهي، تڏهن وڃي اک پٽي. ٻه چار پاڻيءَ جا چنبا اکين تي هڻي تيار ٿي تڪڙن قدمن سان سنڌس ڪوٺيءَ طرف ويس. همراهه جون اکيون دروازي ۾ کتل هيون. مونکي ڏسي اٿڻ جي ڪوشش ڪيائين پر ڪيس روڪي، بستري تي ئي گلي لڳي چيم، ”جيئي سنڌ!“. جهيڻي آواز ۾ چيائين، ”سدا جيئي ... اسان جي امڙ!“

سنڌس ڪمزوريءَ جو خيال ڪندي، مان سنڌس احوال جاڻڻ لاءِ اتاولو نه هوس. پر هو اتاولو هو. مونکي پنهنجي سموري واقفيت ڏنائين ۽ پنهنجي مشن جي نازڪ ارادي کان واقف ڪيائين.

مون چيو، ”آسير (منهنجي طرفان ڏنل نالو) سنڌ جو
ڪهڙو حال آهي؟“

”سنڌ کي ٻگهڙن جي حوالي ڪري ويا آهيو ۽ هاڻي ٿا
حال پڇو؟“ هن جو اهڙو بيباڪ ڏورابو ٻڌي، منهنجو اندر ئي
چيرجي ويو. مان اڃا اهڙي ”شاڪ“ مان سلامت ٻچي ٻاهر
ٿيان، تنهن کان اڳ، ۾ هن هڪ ٻيو قاتل گهاءُ ڪري ڇڏيو.
”اوهين ته ساري سنڌ تان دستبردار ٿي آيا. اسين
ڏورو ئي دستبردار ٿينداسين. اسين ته سنڌس لوئي جي
لڄ رکنداسون. سر جي ست ڏينداسون...“

مون چيو، ”پر...“

هن مونکي هڪدم ڪٽي ڇڏيو. ”منهنجا ذهين دوست!“
هو اٿي ويئو. ”محبت جي ميدان ۾ سنڌ وارن پر... پر ڪي
پنهنجي زبان تان ميساري ڇڏيو آهي اهڙن ڪي اسان استدا
ڪئي آهي ته هو وڏيرن جي حرمخانن ۾ جڳهه حاصل ڪرڻ
لاءِ درخواستون پيش ڪري ڇڏين...“. سنهڙو سيپڪڙو سنڌ
ماءُ جو جائو! سنڌس من ۾ محبت جا گويا مچ ٻٽي پيا.
سنڌس ارادي جي قوت ۾ اها للڪار هئي، جيڪا اڪثر
انهن ۾ هوندي آهي، جيڪي قومن جون قسمتون بدلائڻ
جو عزم ڪندا آهن ۽ جن جي هٿن ۾ اتهاس ڪي موڙڻ جون
واڳون هونديون آهن. مون دل ئي دل ۾ اهڙي سرويچ کي
سلام ڀري ڇڏيو. مون سنڌ جي بغاوت، سنڌ جي عظمت
۽ سنڌ جي روشن آئيندي جا چٽا عڪس سنڌس اکين ۾
ڏسي ورتا. مون چيو، ”اوهين لڙندا. سر ڪٺار تي رکندا...
هيءَ گهٽ، هيءَ ٻوسات، جڪڙ رڪڻ ۾ واڪو!“

ها، مون جهڙو سنائو آهي، پر ڪي رکي جا رنب نڪري
ئي، سا ورن جا هانو ڏاري ٿي ڇڏي. رک هيٺان ڏانڀا آهن.

ڦوڪون ڏيون ويٺا. پنهنجن جو وويڪ جو سودو، وڌ ٻاڙ
آهي. انشا الله! ڏاڪٽرا مڙسن لاءِ سيکيون آهن."

مون رات واري سندس حالت جو ذڪر ڪيو ته چيائين،
"ها، موت جي چنبي مان نڪري آيو آهيان. اوتي جڏهن
مونکي سرحد کان ٽي ميل پري لاهي ويو ته مون هن طرف
رخ رکيو. ٿوريءَ دير ۾ ڪجهه آواز منهنجي ڪن پيو. سمجهيم
ته پيٽرول کي ڪو ٻرلاءُ پيو آهي. سو جيڏانهن آيو هوس
اوڏانهن ورڻي ڀوڙيس ۽ وڃي هڪ ڏيرط ۾ پيس. هڪدم
گوڏن تائين اندر هليو ويس. رب جو نالو وٺي، اُتي ئي
جهڪي ويهي رهيس. ڪلاڪ ڪن ڪانپوءِ ٻاهر نڪري، وري
ڪڙي ڪنيم. پاڻيءَ ۾ ويهڻ ڪري بدن سڄو ڳوڙرو ٿي ويو هو
۽ ڏنم ته لمپ ٻه آهستي آهستي چڙهندو پيو وڃي. مونکي
خود هوش ڪونهي ته ڪيئن سلامت اوهان تائين پهتس.
شايد پير زور ڏا ڏسجن ..."

مون چيو، "پيرن - ميرن، وڏيرن - ولين جي زور تي
اوهين اڄا ٽڪو پيا ...!" همراهه کان وڏو ٽهڪ نڪري ويو.
چڻ هو پڪڙجي پيو هجي. منهنجي ٽنوليءَ جو مزو ماڻيندي
چيائين، "ڏس يار هڪ آهي ماحول جي مجبوري ۽ ٻيو
آهي زبان سڳوريءَ جو دوکو... نه ته پاڻ ٻس اُتي دهرين
(ناستڪن) جي لسٽ ۾ آهيون. ملن جي ٺاهيڪ لسٽ تي
اَولن ۾ ٽنگيو پيو آهيان."

ايتري ۾ ڊاڪٽر چڪاس لاءِ آيو. سڀ ڪجهه ٺاريڪيءَ
سان جاچي، ڪو نسخو تيار ڪري ڏنائين ۽ جيڪو اردلي
کڻي هليو ويو. پوءِ چيائين، "سڀ ٺيڪ آهي. پر هن کي
گهٽ ۾ گهٽ ٻن ڏينهن لاءِ مڪمل آرام جي ضرورت آهي."
مان اشارو سمجهي ويس. مون اُسير کي چيو، "تنهنجي همت

پوري خاطرداري ٿيندي. تون ڪنهن به قسم جو الڪو نه
ڪجانءِ. ڊاڪٽر جي چوڻ موجب پورن آرام ڪر. باقي
سڀ ڪجهه ٺيڪ ٿي ويندو..."

ٻئي ڏينهن مون کي پنهنجي رٿا پٽاندڙ واپس موٽيو هو.
ان وچ ۾ مون واسطيدار شخص سان اسير جي مشن بابت
تفصيل ۾ ڳالهيون ڪري ورتيون. کيس ضروري خاطريون ڏنم
۽ سڀني شڪ دور ڪري ڇڏيم. هڪ عملي خاڪو تيار ٿي
ويو. وڃڻ کان اڳ ۾ وري مان اسير وٽ آيس. کيس ڏايو
سرهو ڏٺم. هو ڊائريءَ جو ورق لکي رهيو هو. مون کيس
ذري پرزي ڳالهه سمجهائي ڇڏي ۽ رٿيل پروگرام پڻ ذهن نشين
ڪرايم. ڪڏهن، ڪيئن ۽ ڪٿي اسين پنهنجو ڳنڍ قائم
رکنداسون، سو به طئه ٿي ويو. پوءِ ڊائريءَ طرف اشارو
ڪندي چيم، "ٽيون ڏينهن رات مون هڪ غير مهذب
حرڪت ڪري ورتي."

هن يڪدم ڳالهه کي سمجهي ورتو. چيائين، "ان ۾
ڪا به غير مهذب ڳالهه ڪانهي. هيءَ ڊائري منهنجو خانگي
سرمايو ڪانهي. هيءَ ته قوم جي ملڪيت آهي ۽ اسان سڀني
جو گڏيل ورثو آهي... اوهان کي ڪيئن لڳو منهنجو
دستاويز؟"

مون چيو، "اوهين ته غضب جي نقاشي ٿا ڪريو. بارود
ڀريو پيو آهي اوهانجي هردي ۾. شجاعت اوهانجي ورثي ۾
آهي... اوهانجو هٿ پهچڻ ان جو عظيم ثبوت آهي..."
پوءِ ٿورو مذاقي لهجي ۾ چيم، "اوهان اهڙي بارود جي
وچ ۾ هڪڙو خوبصورت گل ڪيئن سانڍي رکيو آهي؟"

ٿورو هٻڪي، پوءِ ڳالهه جي تهه کي پڪڙيندي چيائين،
"اوهين سڪيلدا جي فوٽي جي ڳالهه ٿا ڪريو نه؟ مان کيس

سورت چوندو آهيان ... “ ڪن لاءِ هڪ ڳُخوني ڪٽار منهنجي
ذهن جي پردي اڳيان چلڪات ڪري وئي. مون ذهن کي
ڌوڏو ڏيئي اُن کي هٽائي ڇڏيو. پوءِ هڪڙي گمان جي زير-اثر
چيم، ” اوهانجي هيڏي جوکم جي خبر اٿس ؟ “

ڏاڍي فخر جي اَحساس وچان جواب ڏنائين، ” صرف خبر
نه پر ناز به اٿس ! “ ۽ سندس چهرو چمڪي پيو.

مون چيو، ” ڪير آهي اوهانجي نور نظر ؟ “

چيائين، ” ڳنوارڻ آهي. ڇيلا - ڇيليون سنڀاليندي آهي. “

مون چيو، ” مان ايترو ڳنوار نه آهيان جو اهڙي ڳالهه کي
ڳنڍي پڙهي سگهان. آخر چهرو به ته ڪردار جو آئينو آهي؟ “

ڏاڍي مذاقي ڍنگ ۾ چيائين، ” ادا، پرائمري اسڪول
۾ ماستريائڻي آهي ته ڇيلڙا ۽ ڇيلڙيون نه سنڀاليندي هوندي
ته ٻيو ڇا ڪندي هوندي ؟ “

” ۽ اوهان جي تحريڪ ۾ اوهان سان ڪيتري حد تائين
واهرو آهي ؟ “

” زير - زمين ڪارروائين ۾ هوءَ اسان سان پورتل آهي، هڪ
اهڙي ڪارگر ڳنڍ جيان، جنهن ڪانسواءِ انقلاب-ي-هار پڄڻ
محال آهي ... “

” ڇڪبو سنڌ ڌرتيءَ تي شهيد مائي بختاور جون پونيون
۽ ڏوهٽيون مڪي ميدان ۾ آيون آهن ... “ مون پنهنجي واچ
۾ نهاريو. وڃڻ جو وقت پورجي آيو هو. مون اُٿي کيس
ڀاڪر ۾ جهليو ۽ جڏهن جدا ٿياسون ته، ٻنهي جون اکيون
آليون هيون.

پوءِ ٽي چار هفتا اَسير جو ڪو به احوال ڪونه آيو. آخر
هڪ ڏينهن دهليءَ مان لکيل هڪ مختصر خط مليم:

آدا ......،

منهنجي مشن ۽ ارادي جا قيمتا گهڻو اڳتي ڇري نه سگهيا آهن. حال في الحال ته واپس ٿو وران، اگر سلامت هوندس ته وري ملاقاتون ڪنداسون. جيئي سنڌ!

اوهانجو پنهنجو
...... (اسير)

۽ ٿورن ڏينهن کانپوءِ احوال آيم ته- اسير صحيح سلامت سرحد پار پهچي ويو آهي ... ۽ ... ۽ پوءِ هڪ ڏياڙو آيو ته- اسير کي فوجين شوٽ ڪري ڇڏيو آهي ......

ڀڙندي ٿي مون من ئي من ۾ پڙڪيو- ”سدا جيئي ...!“



# جامشوري جي پل

انور جو اندازو صحيح نڪتو. ڪار جڏهن ئي جامشوري جي پل کان هيٺ لهي، ته روڊ اڳيرو ئي نه هو ته هن ڏٺو سندس پاءُ جا هٿ اسٽيرنگ تي ظاهرو وڪڙ کان نٽائڻ لڳا. پاڻس جو هٿ وڃي گيئرن جي مٿاسٽا ۾ الجهيو، جڻ ڪنهن سيڪرات ڪار جون واڳون ورتيون هجن ۽ ڪار ٻرڙ ... ٻرڙ ڪري بيهي وڃي. ائين جڻ پيٽرول جي ٽانڪيءَ ڪي ڪوئي اڻ وقت هڪ ئي ڍيٽ سان پي ويو هجي.

پاڻس مڙي پٺيان نهاريو. پٺيئين شيشي ۾ هن ڪجهه اهڙي گهور سان ڏٺو گويا پٺيان ڪيس ڪنهن جي اچڻ جو انتظار هو. انور جو ڪنڌ به خود بخود پٺيان مڙيو. منهن اونداهي هئي. ڪيس ڪنهن به قسم جو آڪار نظر نه آيو.

انور ڪئين پيرا پاڻ سان سفر ڪندي، اڪثر هيءَ روئداد ڏٺي هئي. ٻهرين ڪيس هيءُ محض اتفاق لڳو هو. پر لڳاتار لنبي عرصي کان هيءَ روئڪار ڏسي، سندس من جي اندرين تهن ۾ شڪ جو هڪ آکيرو اڏجي ويو هو، جنهن سندس ذهن کي هڪ عجيب ولوڙي ۾ وجهي ڇڏيو هو ته، آخر اهو ڪهڙو اسرار آهي، جو سندس پاءُ ڪمهلي وقت تي هن ساڳئي هنڌ تي پهچندي هڪ اهڙي ڪيفيت ۾ جڪڙجي ٿو وڃي، جو اسٽيئرنگ ۽ گيئر سنڀالڻ جي ڪم ۾ نروس ٿي ٿو وڃي ۽ ڪجهه اهڙيءَ حالت ۾ ٿو رهي گويا ڪنهن جي هٿ ملڻ جو ڪيس انتظار آهي. ڪجهه وقت لاءِ ته اهو گمان به سندس

من اندر پڇهي ويو هو ته ائين ته نه آهي ته، سندس پاڻ کي
بي به ڪا خانگي زندگي هجي يا آهي، جنهن سان هن اسرار
جو واسطو آهي. گهڻي ڪوشش ڪانپوءِ ڪيس ان ڳالهه جي به
تصديق ٿي وئي هئي ته اهڙي ڪابه خانگي گهڙي نه آهي،
جنهن سندس پاڻ جي دامن کي ڇهيو هجي ۽ اسراري وجود
پائي چڪي هجي. ته پوءِ هيءَ ڇا آهي؟

اڄ سندس چهرو تاڻجي ويو آهي. ذهن ۾ جهٽڪ انيڪ
ڏينهن جي "پون پون" جو پوائنٽو آواز ڪيس پريشان ڪري
رهيو آهي. سندس من ۾ هڪڙو فيصلو جنم وٺي رهيو آهي.
هيءَ اجنبيپڻي جو وهنوار ڪيس حيران ڪري رهيو آهي.
هوءَ چونڪاري لاءِ تڙقي رهيو آهي... سندس پاڻ گاڏيءَ مان
لهي ڇوڏاري ڦري، هيڏانهن هوڏانهن نظرون اُڇلائي، اڃي
گاڏيءَ ۾ ويٺو آهي. پنهنجن هٿن کي اسٽيئرنگ تي قابو
ڪندي، گاڏيءَ کي اسٽارٽ ڪري، رفتار پڪڙي ٿو وٺي.

"ادا، اوهين جنن - ڀوتن کي مڃيندا آهيو؟" انور
کان بي اختيار گفتو نڪري ويو. پاسان ويٺل هاشم ٿورو
چرڪيو، پر پاڻ طرف سڌي نظر نه وجهندي، ٽيڏي نظر سان
جائزو وٺندي چوي ٿو، "نه، ڇو؟" پر حيرانگي سندس
آواز جي لهجي مان صاف ظاهر آهي.

"پوءِ ڇا اوهين غيبي طاقت ۾ اعتبار ڪندا آهيو؟"
انور جي سوال جو ڍنگ اهڙو انداز هو، جو هاشم کي
ان مان ڪنهن قسم جي تاڻ جو احساس ٿيو. پر پوءِ به
ٿوري خاموشيءَ ڪانپوءِ نهايت سهج آواز ۾ چيائين، "نه
بابلا، اهڙي ڪائي ڳالهه ڪانهي..."

انور جهٽ ڳرجي پيو: "اهڙي ڳالهه ڪيئن نه آهي! مان
ڪنهي عرصي کان ڏسندو پيو اچان ته اوهين عين هن هنڌ تي

ڀڄڻ ڪانپوءِ ئي خيالاتي ٿا وڃو. اوهانجو ڪرتب اُهين ٿو لڳي،
گويا اوهين ئي ورسيءَ جي عالم ۾ ٿا هجو... ۽ پوءِ اوهين...
اوهين ضرور مون کان ڪجهه لڪائي رهيا آهيو..." انور جو
آواز ڳلي ۾ اٽڪي پيو. وڌيڪ هو چئي نه سگهيو. سندس
سينو اُڀامي رهيو هو. هو خود حيران ۽ پريشان هو ته ايترو
ڪجهه هو، ڪيئن چئي ويو هو، ڇو جو هن پنهنجي وڏي ڀاءُ
سان ايتري گستاخيءَ سان ڪڏهن ڪين ڳالهايو هو.

هاشم پنهنجي ننڍي ڀاءُ جو پريشان حال ڏسي ششدر ٿيو
۽ نهايت پيار مان چيائين، "نه بابلا، ڪجهه به نه آهي.
ڀلا اهڙي ڪهڙي ڳالهه آهي، جا مان توکان لڪائيندس.
تون ئي ته منهنجو سڀ ڪجهه آهين هن دنيا ۾..."

انور باقي وقت خاموش رهيو. پر شڪ جو هڪ ٻرندڙ
جبل جڙ هن جي من ۾ قائم ٿي پيو. هڪ مضبوط وشواس
جڙ ڇيهون ڇيهون ٿي ويو. ڀائپيءَ جي صدق کي چوٽ
لڳي ويئي. سندس ذهن پنهنجي مرڪز کان ٽٽي پولار ۾
ڦيراٽيون پائڻ لڳو. ٻيءَ سمان ڀاءُ تي اُٽل گمان جي وڄ
سرسبز درخت کي ساڙي، اوسائي هڪ ڀيانڪ وجود ڏيئي
ڇڏيو هو.

ڀاءُ جي ڪافي زور ڀرڻ ڪانپوءِ به انور رات جي ماني
کائڻ کان انڪار ڪيو. پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ وڃي، ڪمري
جون مڙئي بتيون وسائي، وڃي ڌڙام سان بستري تي ڪريو.
ذهني جوش کي هو اکين جي آب سان ٿڌو ڪرڻ لڳو.

هاشم کائڻ جو گهڻوئي ڀانءُ ڪيو پر ٻه ڳٽهون به اندر
طرف ڌڪي ڪين سگهيو. پنهنجي توازن کي قائم رکڻ
لاءِ ڀرڀرن ڪو ڪتاب کڻي پڙهڻ جي ڪوشش ڪيائين.
پر پاٺڪي اسٽر رکي ڪين سگهيو ته پنهنجي ڪمري ۾ ئي

پيار ڪرڻ لڳو. ٻوءِ نہ ٻيٺيءَ سندس دامن کي آجو نہ ڪيو. هوءَ ڪجهہ گهٽ ٻوساٽ محسوس ڪرڻ لڳو. پنهجي زندگي پاڻ جي پريشاني ديوار جي آرپار محسوس ڪري نٿي سگهيو. انور جي ڪمري جو نظارو سندس دل جي اسڪرين تي ائين ٿي پيو جڻ ايڪس ري جي مشين فوٽو ڪڍي سندس طرف ٿي موڪليو. سندس حالت هئمليٽ جي اُن گهڙيءَ واري هئي، "ٿيان، يا نہ ٿيان!؟"

رات پوري عالم کي پنهجي ڀيانڪ آڪار سان ڍڪي ڇڏيو هو. ڪتان ڪتي جي اوناءَ جي پڙلاءَ، خاموشيءَ ۾ جڻ ماتم جي ڪيفيت پري ٿي ڇڏي. اُف ويهہ، اُف ويهہ... سندس سرير کي نستو ڪري ڇڏيو هو. هن رڙيون ڪرڻ ٿي چاهيون پر ان مان ڇا ٿيڻو هو... دريءَ جي پرسان بيٺي هاشم ٻاهر اونده ۾ تمام دور تائين نظر اُڇلڻ جي ڪوشش ڪئي، پر اُها تہ اونده جي پردي سان ٽڪرجي، شڪست کائي، دريءَ جي ٻنهي سامهون ٽنگجي بيهي رهي، اڳتي وڌي نہ سگهي...

۽ اونده ۾ اوچتو هڪ شعاع ٿيو. پريان، پريان ڪنهن ڪنڊ مان هڪڙو هلڪو تارو هاشم جي ماڻڪين مان لنگهي، اندر ۾ بيهي ويو. هاشم اُٿيو. پنهجي ڪمري جو دروازو کولي هو انور جي ڪوٺيءَ پرسان اچي بيٺو. انڌڪار ڪوٺيءَ کي جڻ ڳيهي ڇڏيو هو. دروازو کليو ئي پيو هو. هاشم بجلي ٻٽڻ کي دٻايو. انڌڪار رڄي ويو. هاشم سمجهيو هو تہ انور پلنگ تي سڌي ڪنبي ليٽي اکيون ڇت ۾ کپيو ويٺو هوندو، پر انور جو تہ هت پاڇو بہ ڪو نہ هو. ٽپ جي هڪ لهر سندس بدن ۾ ڊوڙي ويئي. انور ڪيڏانهن ويو؟ اڪيلو... اونداهي رات... ڪٿي! پر نہ، جڻ ٿي هاشم

ڪنهن اڻڄاتل خوف جي انديشي کان ٽڪي وک سان ٻاهر
نڪتو ته، ڪيس اڱڻ جي پٺ پرسان هڪ آڪار ڏسڻ ۾ آيو.
سندس دل جي ڌڪ ڌڪ جي رفتار گهٽجڻ لڳي.

انور ڪنهن جي پيرن جي آهٽ ٻڌي پٺيان نهاريو. ڇا
هي ۽ سندس پاءُ جي صورت هئي يا ڪا ڏکدائڪ پيمڻگ!
غم هاشم جي فرشتوي چهري کي ڪلاڪن جي اندر ضرائي
ڇڏيو هو. هاشم اچي سندس ڪرائيءَ ۾ هٿ وڌو ۽ چيو،
”اچ پٽ!“

”ادا، اوهين مونکي هٿ رهڻ ڏيو. اوهين هلي اندر
آرام ڪريو. مان اڃهو اچان ٿو...“

”نه بابلا، آرام اچ نه تون ڪري سگهندين ۽ نه مان ڪي
ڪري سگهندس. جنهن درد کي مرڻ تائين راز ڪري رکڻ
ٿي چاهيم، هاڻ اهو راز لڪل رهي نه سگهندو. اٽ هل!
توکي غيب جو ڳجهه ڪهڻي نه؟ هل ته توکي اها ڳجهارت
سلي ٻڌايان.“ ڪيس هٿ کان ڇڪي گلي لڳايائين. انور
حيرانيءَ سان پاءُ جي نوراني چهري کي ڏسي رهيو هو،
جنهن مٿان غم جي تصوير هٽي رهي هئي ۽ ان جي بجاءِ هڪ
پرسڪون چهرو ٻهڪي رهيو هو.

۽ هيڏانهن انور جي دل اندر هڪ ٻي وير زور سان مٿي
ابري آئي، جنهن وري ٻئي الٽي شڪ جي ڳڙڪي کولي
ڇڏي. هو جنهن راز کي ڄاڻڻ لاءِ ايترو اتاولو آهي، ڪٿي
ائين ته نه ٿيندو، جو اهو راز کلندي ڪلندي، ڪنهن اهڙيءَ
غفا جو دروازو سندس لاءِ کلي پوندو جو هو باقي عمر ان اندر
واڪا ڪندو رهندو يا سندس پاءُ جي ڪنهن خانگي گهڙيءَ
تان پردو فاش ٿي وڃڻ ڪري هو، ڪنهن اڻڄاتل غم ۽
حيرانيءَ جي عالم ۾ غوطا کائيندو رهندو... يا... يا... انور

خيالن جي اهڙي ڪن ۾ وڪوڙجي ويو، جتي صرف ڦيرائيون
ڪائنات ڪانسواءِ ٻي ڪا واهه ۽ وسيلو نه هئي.

ڪار سڌن رستن تان اڏامندي، خمن ۽ وراڪن وٽان
چيڙيل آوازن واريون چيخون ڪندي، اچي انهيءَ هنڌ تي
جهٽڪو کائي بيهي رهي، جتان اسپتال اسرار کي جنم
ڏنو هو. انور ڪن لاءِ ٻي ساخت لڌي ويو. هو اهڙي وسواس
جو وروڌي هو، ٻيو پاڻ کي جو طعنو هنيو هئائين ته.
"جن ڀوتن کي مڃيندا آهيو ڇا؟" ته، ڇا؟ ته، مٿان؟
هڪ سياڻي جي سڌي ليڪ سڌن ڪرنگهي مان گهڙي،
بدن ۾ ڏڪڻي پيدا ڪري ڇڏي. ٻي موسم سيات انور
لاءِ بلڪل ٻهريون ۽ غير منطقي آزمودو هو.

ڪار مان لهي هڪ عجيب حالت هيٺ انور پنهنجي
پاڻ جي پٺيان هلڻ لڳو. هاشم هيٺ جهڪي ٿوري مٽي
کڻي پنهنجي مستڪ تي لڳائي ۽ اهوئي هٿ انور جي
پيشانيءَ تي ملي ڇڏيائين. "اڄ مٽي، جامشوري جي ٻل
تي..." انور محسوس ڪيو ته، پاڻس جو آواز فضا ۾ وڏو
ڦهلاءُ پائي ويو. هو هڪ عجيب قسم جي ٻي-سرتيءَ
۾ هو.

"انور توکي ياد آهي، تون ڪهڙي تاريخ ڄائو هئين؟"
"۴ مارچ تي شام جو ستين بجي، ١٩٦٧ سال ۾."
"۴ مارچ تي ٻيو ٻه ڪجهه ٿيو هو؟"
"۴ مارچ تي مونکي جنم ڏيڻ ڪانپوءِ، ٿوري دير ۾ اسانجي
امڙ ۾ گذاري ويئي هئي... اوهان ئي نه ٻڌايو آهي."
"ٻيو ٻه ڪجهه ٿيو هو، ۴ مارچ تي؟"
"ٻيو ڇا ٿيو هو ادا، ۴ مارچ تي...!؟"
"ٻيو قهر ٿيو هو بابلا، قهر!" هاشم جو هيانءُ ڦاٽي پيو.

هوُ سنڌڪا ڀري روئڻ لڳو. ڇو ته مدت کان روڪيل ٻند ٽٽي
پيو هجي. اکين مان هڪ سيلاب وهي هليو. سندس روئڻ
۾ هڪ گهري ۽ نهايت ئي انتها ڀريا جو درد هو. هڪ
بيوسيءَ ۽ لاچاريءَ جي دانهن هئي... انور وارثن وانگر ٻار
کي زارون زار روئندو ڏسي، پاڻ جهلي نٿو سگهي ۽ سندس
اکين ۾ پڻ اوڇ جاري آهي. "هو ڏانهن ڏسين ٿو جتي ڪار
بيٺي آهي، اُتي قهر ٿي گذريو هو..." هوُ ٻارن وانگر سڏڪا
ڀريندو رهي ٿو...

۽ پوءِ آهستي آهستي درد مان اُپاميل هردو ٿڌو ٿئي ٿو.
سندس آواز ۾ ٺهر آئي آهي، جيتوڻيڪ اهو آواز اڃا به درد
ڀڳل آهي، پر اُن ۾ سورهائي جي سگهه به ڀرجي وئي آهي.
اکيون ۽ گلو صاف ڪندي هاشم چوي ٿو:

" پٽ، هن پٿر مٿان ويهه. ۴ مارچ تي انهيءَ پٿر مٿان
ويهي مان چار ڪلاڪ اهو ڪربلا جو قهر ڏسي رهيو هوس.
سنڌ ماءُ جي لڄ تي حملو ٿيو هو. سنڌ جي غيرت کي
للڪاريو ويو هو ۽ سنڌ جي شاگردن ماءُ جي لوئيءَ جي
لڄ بچائڻ لاءِ ڪمر ڪشي هئي، ننگي آمريت سامهون سينو
سپر ڪري بيٺا هئا...

" ميانڻيءَ جي جنگ کانپوءِ مسين مسين ڌرتيءَ ماءُ جا
جوڌا ڪفنيون ٻڌي اُٿيا هئا... هوُ بي - هٿيار، بي ارڙيت
جي لٺين، سنگينن ۽ ڳوڙها گئس گولن جو مقابلو ڪري
رهيا هئا، پوليس ۽ فوجين، شاگردن جي جلوس تي حملو
ڪري، ڪين بسين مان لاهي مٿن وحشاڻي حملو ڪيو هو.
ڪاسانڪو سنڌڪو مٿن چالو هو. سنڌ جا ڪي شير پوليس
۽ فوجين کي ٻکين پئجي ويا هئا ۽ ڪن کي زمين تي
ڏسي، مٿن مڪون ۽ ٺڪون اُڇلائي رهيا هئا... ۽ سندن

نعرا ”مر ويسين، سنڌ نه ڏيسين“ ائين گونجي اٿيا هئا،
ڄڻ مياڻي ڌهرائجي رهي هجي ...

”سنڌ ماءُ جي سپوتن جو وهيو رت هن ڌرتيءَ ۾ ملي ويو
هو. ڌرتيءَ جي مانگ تي سنڌور ڇٽيو ويو هو...

”مان لاچار، بيوس اهو نظارو ڏسي رهيو هوس. جلوس
۾ شامل ٿيڻ لاءِ اسانجي بس کي آوير ٿي وئي، جو اسانکي
سچل ڪاليج جي شاگردن کي ٻاران ڪڍڻو هو. اسين
ڄامشوري جي پل تي چڙهياسين ته سامهون پوليس جو
زوردار دستو اسانجو اڳ جهلي بيٺو ۽ اسان جي بس کي
زوريءَ واپس ڪيو ويو. مان ٽپ ڏئي بس مان لهي
پيس ۽ هن پٿر تي ويهي گونگا ڳوڙها ڳاڙڻ لڳس. مان
پنهنجي حال ۽ قضا تي لعنت وجهي رهيو هوس جو مان
انهن سپاتن ۾ نه هوس، هنن جوڌن ۾ نه هوس جن جي
سينن تي ٻڪنيٽري راڄ جون سنگينون نشان لڳائي رهيون
هيون ۽ جن جي کوپڙين، ٻانهن، ٽنگن تي آمريت جون
لٺيون ڇاٻون ڪري رهيون هيون ۽ جن جون اکيون رت
جي نيڻدين ڪري ٻوڙجي ويئون هيون ۽ فوجي ڪتا،
ڌڙن کي ٽنگا ٽولي ڪري جانورن وانگر ٽرڪن ۾ اڇلي
رهيا هئا...

”منهنجين ٽنگن مان ست نڪري ويو هو. منهنجو سرير
ڪنبي رهيو هو... هوا ۾ راڙو ڦهليل هو؛ ٻريان افق تي
ڄڻ رت ڦهلجي ويو هو. اوچتو ڪا ڳالهه ياد ايندي مان
فرض جي شناس هيٺ ائين دٻجي رهيو هوس، گويا زلزلي
ڪارڻ منهنجي مٿان ڪا ڇت ڪري پيئي آهي. منهنجو
هيانءُ ڦاٽي ڄڻ ٻاهر نڪرڻ تي هو. مونکي اڄ صبوح وارو
واقعو ياد اچي ويو. مان امڙ کي وٺي گهر ۾ داخل ڪرائي،

اُبي کي اُٿي وڃاري، شاگردن کي جلوس لاءِ تيار ڪرڻ
لاءِ نڪري ويو هوس. منهنجي پاڙيسري دوست ڄامن جي
ڄڏهن گهر ويو هوس ته ڏٺم ته سندس ڀيڻ هيمي ٿالهي
هٿ ۾ کڻي سندس آرتي اُتاري آسيس ڪري رهي هئي
۽ ڪيس تلڪ ڏيئي، سوڀ جو سهرو ٻڌي اچڻ لاءِ دعائون
ڏيئي رهي هئي. هيميءَ منهنجي آرتي به اُتاري ۽ دعا
ڪئي، ”سائين اوهان کي سوڀارو ڪندو.“ ۽ پوءِ مونکي
تاڪيد ڪندي چيائين، ”ادا هاشم، ڀارت اٿئي، جئين
پاڻ سان وٺي ٿو وڃينس، تيئن پاڻ سان ئي واپس وٺي
اچجانس. ٻاءُ پرتو ٿي ڪريانءِ...“

”سوچيم: الا مون هيءَ ڇا ڪيو! ڄامن کي ٻيءَ
بس ۾ ڇو وڃڻ ڏنم؟ ڀيڻ جي تلڪ سان وشواس گهاٽ
ڪري ڇڏيم! هاڻي جي هن ڪاسائڻ جي لٺين سان ڄامن
جي کوپري ٻه اڌ ٿي وئي هجي ته مان هيميءَ وٽ ڪهڙي
منهن سان ويندس؟ ڪيس سندس ڀاءُ ڪير موٽائي ڏيندو؟
مان نيم بيهوشيءَ جي حالت ۾ هوس، جو امڙ جي اسپتال
۾ هئڻ جو خيال تري آيو. مان ڇرڪ وانگر ٻوڙندو، بس
پڪڙي اسپتال ۾ پهتس ۽ اُن ئي پاڻڪ ڏينهن جو آخرين سياه
ٻرندو اسپتال ۾ ڪريل ڏٺم. امڙ توکي زندگيءَ جي نعمت
بخشي، پاڻ زندگيءَ کان رخصت وٺي، اسان کي يتيم ڪري
راهه رباني وٺي، چڪي هئي. جنهن جو موت اوچتي صدمي
۾ ٿيو هئو، جو ڪيس ڪنهن غلط- افواهي خبر اچي ٻڌائي
هئي ته فوجين طرفان شاگردن تي ٿيل بندوقبازيءَ ۾ سر زمين
تي ئي مان فوت ٿي ويو هوس... گهري چوٽ ڪري سندس
دل ٽٽي پيئي ۽ اسانکي ڇڏي هلي وئي...

”۽ پوءِ ٿورن مهنن بعد آيو ٻيو وڏيڪ ٻار نه سهسائي

سگهيو ۽ اسان کان وداع وٺي ويو. مان ان وقت پنجويهن
سالن جو هوس. نوران ڀيڻ پنڌرهن سالن جي هئي. تون ته
اڃا ننڍڙي ۾ هئين. منهنجن ڪلهن تي پهاڙ ڪري پيو ۽
منهنجا سپنا چڪنا چور ٿي ويا... ۽ پوءِ مون پنهنجي
راهه ئي ڦيرائي ڇڏي ۽ دنيا کان منهن ڦيري ويس. چاهيم ته
اوهان ٻنهي جي سک لاءِ پنهنجين ڀاونائن جي قرباني ڪري
ڇڏيان...

"هيءَ پيڙا دل ۾ سانڍيندو رهيس. اڄ ڪي پنڌرهن سال
ته اچي ٿيا. چاهيم پئي ته تون اڃا به وڏو ٿئين، تنهنجا
ڪلها ايترا سٻر ٿين جو سنڌ ماءُ سان منهنجو رهيل فرض
نڀاهي سگهين، تڏهن مان هيءُ داستان تنهنجي اڳيان کولي
رکندس...

"هر ۴ مارچ تي هن هنڌ تي مان زيارت ڪرڻ ايندو
آهيان ۽ جڏهن مان هتان گذريو آهيان، تڏهن تڏهن
ڪنهن نامعلوم اثر هيٺ پڄجي ويو آهيان. منهنجا هٿ
ظاهطي ۾ ٿي رهندا آهن. منهنجن ڪنن ۾ آواز پوڻ
لڳندا آهن. "مر ويسين، سنڌ نه ڏيسين." ائين لڳندو آهي
ته ڪار جي ڦيٿن کي ڪوئي پڪڙي بيٺو آهي ۽ ائين ٿو
سمجهندو آهيان ته جهامن اسٽيئرنگ کي جهلي بيٺو چويم،
"هاشم يار، دير ڇو ڪئي؟ گڏ هجين ته مٽي ۾ گڏجي هلون
ها! دوستيءَ جو ننگ ته رکين ها..." چوندي چوندي هاشم
ائين شانت ٿي ويو، ڄڻ ڪنهن جادوئي اثر تي پنڊ پهڻ
ٿي ويو هجي. سندس چهرو برف جي ڇپ سمان پئي لڳو،
جنهن جي وچ ۾ ڄڻ ٻه نوراني تارا چمڪي رهيا هجن.

انور دل جي ڀرپور سڪون وچان، پنهنجي پاڻ جي
اهڙي ڀرڪشش چهري جو مشاهدو ماڻيندو رهيو. سندس

روح کي هڪ عجيب راحت ملي رهي هئي. اُن اچي پاڻ
جي ڪلهن تي هٿ رکيائين ۽ پوءِ وڏي عقيدت سان
پڇڪيائين، "ادا، اوهان مون کان سڀ ڪجهه لڪائيندي
به ڪجهه به نه لڪايو آهي. صرف اوهان جي دل اندر
ڊٻيل طوفان جي ڪل ڪانه هئي. پر ٻڌو... مون
اوهان کان سڀ ڪجهه لڪايو آهي. اوهان کي ڄاڻ آهي
ته مان ڪافي عرصي کان "مرويسين، سنڌ نه ڏيسين" فرنٽ
جي زير زمين ٽوليءَ جو ميمبر ٿي چڪو آهيان؟..."

هاشم جي ڳلي مان هڪڙي رنڀ نڪتي، "انور!" ۽
آها چوڌس ڦهلجي ويئي ۽ پريان دور کان پڙاڏو آيو...
انور... انور... انور...!

# پيٽ ۾ وکڙ

اسين ٻه زال مڙس ان وقت ڀوپال ۾ هئاسون. منهنجي شريمتيءَ جي ڀيڻ، يعني منهنجي پياري ساليءَ جي پٽ جي شاديءَ جو موقعو هو. شام جو وقت هو. وايومنڊل ۾ ٽهڪڙو هو، جو لانن جو سيشن چالو هئو ۽ ننڍيون توڙي وڏيون زالائون ڳالهه جي تال تي نچي رهيون هيون. ڪن جو نچڻ ته خواري هو، پر ڪي ته جڻ ٻيلون هيون! منهنجي شريمتي ته "واهه" جو نچي رهي هئي! ڀلا ڪيئن نه نچندي ۽ ڀيڻ جو پٽ جو ٿيس! اوچتو الائي ڪهڙي جهٽڪي آيس، جو مونکي ته ڇڪي ڪڍيئي، پڙيءَ سڀا جي وچ ۾ ٻهاريائين. چي: "هٿ پير هلائي سگهي وٺ. ڄاڻ تنهنجي مري پٽ جي شادي ٿي، پوءِ توکي نچڻو ئي پوندو...!"

مان پهرين ته سوڙهن سالن جي نينگر جيان شرمايس، پر پوءِ ساليءَ کي اڏاري، سندس چيلهه جي چوڌاري ٻانهن ورائي، "گڊ - سڊ" ڊانس اسٽائيل ۾ شروع ٿي ويس. ننڍيون نينگريون ۽ سهڻيون ته ٻيون ته هيون، پر حجاب جو نقاب ڪير لاهي؟ ساليءَ جي ڳالهه ٻي آهي!

فضا ۾ هڪ عجيب انگڙائي اچي ويئي. ٽاڙين ۽ ٽهڪڙن جو فساد هو جڻ! ڪاش اوڏي مهل ڪو منهنجي شريمتيءَ جي شڪل ڏسي ها! شوخ اکين سان مون ڏي نهاري جڻ لائين چئي رهي هئي "اچا، ٽرس ۽ ٿئي رات ته خبر ٿي وٺانءِ!"

بلڪل اوڏي مهل ڪنهن اچي شريمتيءَ کي چيو ته امڙيءَ مان ٽيليفون آيو آهي. شريمتي مشڪل

جي وچمان نڪري ٽيليفون طرف وڌي. مون ڏٺو ته ڳالهائيندي سندس چهري جا رنگ بدلجندا رهيا. مون کي اچي چيائين: "پٽ جو ٽيليفون آيو آهي ۽ پورو الائي ڇا ٿو چوي! تون ڳالهائينس."

مون چيو: "ڇا ٿو چئي تنهنجو سڪيلڊو؟"

"چوي ٿو هت ڪجهه ٿي ويو آهي."

مزو پيش ٿيندو ڏسي پهرين ته گهٻرايس، پر لاچار ساليءَ کي آزاد ڪري، وڃي ٽيليفون جو رسيور کنيم ۽ پڇيم: "پٽ ڇو ڇا ٿيو آهي؟ ماٽيهن ٿي چوي اتي ڪجهه ٿي ويو آهي. ڳالهه ڇا آهي؟ سڀ سک آهي نه؟"

جواب مليو: "بابا، سڀ ڪجهه ٺيڪ آهي، اهڙي ڪا خاص ڳالهه ڪانهي، توهين ايندا ته سڀ معلوم ٿي ويندو."

ٽيليفون جو رسيور رکي جڏهن واپس آيس ته شريمتي گم هئي. مان سمجهي ويس ته ڪيڏانهن وئي هوندي. جڏهن باٿ روم مان واپس آئي ته آهستي چيم: "وڪڙ؟!"

اکيون ڦوٽاريندي چيائين: "پرديس ۾ ته چپ رهو، ڏاڍين اڳيان به خواري ڪندا ڇا؟"

موقعي جي نزاڪت ڏسي، آءٌ چپ ٿي ويس. پر هر ڪو منهنجي من ۾ رهجي ويئي! مان پنهنجي پاڳن - پٽاريءَ کي چڱيءَ طرح سڃاڻان. ٽيهه سال ساڻس گڏ گذاريا اٿم. دل جهرڪيءَ جهڙي ڪمزور اٿس. ڪا به اوچتي ڳالهه سهي ڪين سگهي. ننڍي ننڍي واقعي تي به دل جي ڌڙڪن تيز ٿيو وڃيس ۽ پيٽ ۾ وڪڙ اچيو پويس، پوءِ ته سڌو باٿ روم ۾! پٽ ڏاڍو ٿي ويو اٿس، پر جي گهر واپس اچڻ ۾ اڌ ڪلاڪ دير ڪري ته آتوريلا ٿي پوندي، اوسي پاسي وارن کان پڇندي ته منهنجو "ڪنو" (پيار جو نالو) دير سان اچڻ لاءِ

ٽيپو ته ڪين چڙي ويو؟ ۽ اوڏي مهل جي ”ٽيليفونڪ
ايشور“ جي گهنٽي وڳي ته ڄڻ زلزلو! واڪو ڪري چوندي:
”هيڏانهن (مونکي ”هيڏانهن“ ڪري سڏيندي آهي)
ٽيليفون ته کڻو، ڏسو ڪير ٿو ڳالهائي.“ ۽ ٻار سڌو ڀاڄ ڊوم
۾! جيستائين ٽيليفون تي ڳالهائي آواز نه ڏيانس ته ”ٻٽهين“
جو ٽيليفون آهي ۽ سڏوري جو چوڻ آهي ته هو ڪلاڪ ڏيڍ
سان ايندو، تيستائين اندران ٻاهر ڪانه ايندي!

ٻٽ جي امتحان جي نتيجي واري ڏينهن ته ڪمال ڪندي
آهي. سڄو ڏينهن پيئي ٻاسون ٻاسيندي ٽڪاڻي ۾ ڪڻاهه لاءِ
ته سوا روپيو ڏيئي ايندي. ۽ هيڏانهن ڇوري کي ڪل پرواهه
اڻتري جو رات جو ماءُ کي چئي سمهي: ”اما تون مونکي
صبوح جو جلد نه اٿارج. رزلٽ تون ئي ڏسي ڇڏج.“ ۽
هوءَ پيئي اهڙي عقلمند تي ٿري! صبوح جو پهرين ته اخبار
لاءِ ڪوڙ سان کڻي. پر پوءِ الاجي ڇا ٿئيس جو اها منهنجي
پرسان ڦٽي ڪري چوندي: ”ڏسو، ”ڪٽوءَ“ جي رزلٽ ته
ڏسي وٺو. مان اندران ٿي ٿي اچان! جڏهن رزلٽ ڏسي واڪو
ڪري ٻڌايانس ته سلڇڻو سيڪنڊ ڪلاس ۾ آيو، اٿيئي ته
نچندي ٻاهر ايندي ۽ وڃي ٻٽ کي پاس ٿيڻ جون چميون
ڏيندي!

سو ننڍي وڏي ڳالهه تي اها ڪار! ٻٽ کي ليس زڪام
ٿئي ته پيٽ ۾ لهو وڪڙ، ڪنهن سان زور سان ڳالهائي ته
وڪڙ، اگر آفيس ۾ ٻه چوڪريون ٻاڻ ۾ وڙهن ته به وڪڙ!
منهنجي شريمتيءَ سان اهو هڪ عجيب منو وگيانڪ روڳ
لڳل آهي. آءٌ ڪڏهن ڪوڙي غصي جو اظهار ڪري چوانس:
”آخر هيءُ ڇا آهي؟ تو سان ڪهڙي ويڌن آهي؟ ماڻهين
ٿو کي ڪهڙي ويل جڏهن ڏنو هو؟ ڊاڪٽرياڻيءَ دوا جو غلط

ٻوڙ ته ڪو نه ڏنو هوس ... پوءِ سندس چهري ۾ نهاري مان ٿي خود کلي ڏنيان!

اڃين ته ٽيزار ۽ ٽيوس پاڻ ۾ آهي. ڪنهن وقت اهڙي احساس هيٺ منهنجي پرسان وٺي، چوي: "هيڏانهن، توکي جڏهن نه ڪا تڪليف يا ڏک ٿئي يا چنتا ورائي ته تون ڇا ڪندو آهين؟ مان ته ڀڳوان کي ڏاڍو ٻاڏائيندي آهيان ..."

مان چوان، "ڏس، جڏهن تنهنجو سرو شڪتيوان ڀڳوان، دک پيدا ڪن ويٺو آهي ته تون نشچنت ٿي ويهه نه! پوءِ هر ڳالهه تي هي پيٽ ۾ وڪڙ ڇو؟"

چوي: "مڃو من مڃي ٿي نٿو، الائي ڇا جو ڇا سوچي ٿي وڃان. پوءِ ته هڪدم وڪڙ پئجيو ٿو وڃي ... پر ٻڌايو ته سهين، اوهانکي دک - سک ۾ ڪنهن جو سهارو آهي؟ اوهين ڪنهن کي ياد ڪندا آهيو؟ ڪارل مارڪس کي؟"

مون کان وڏو ٽهڪ نڪري ويو. چرچو ڪري چوانس: "سچ ته منهنجو "ڀڳوان" تون آهين؛ تون ئي ته منهنجي سنڀال ڪرين ٿي ۽ دک - سک ۾ خيال رکين ٿي ..."

وچم ئي ڪٽي چوي، "هل هل، اهي قولبنديون ٻڌڻ ڪو اوهان کان سکي! منهنجو قسم اٿو، سچ پچ ٻڌايو ..."

هاڻي ٻڌايو ته سڄ جڳ ۽ ڪلجڳ جي هزارين ڀڳوانن مان، مان ڪهڙي ڀڳوان تي هٿ رکان؟ سو مورڳو ٿي ڏڏڙ ۾ پير! چوانس: "ٻڌ، حقيقت اها اٿئي ته مان پنهنجو "ڀڳوان" پاڻ آهيان. ڀرم ڀولا مون وٽ آهن ڪونه. ڪڌا ڪم مان ڪريان ڪونه. پوءِ ڏک ڇا جو؟ باقي دک - سک ته جيون ۾ پيا ايندا ويندا، تنهن لاءِ ٻاڏائڻ نه، همت رکڻ جي ضرورت آهي ..."

"نه بابا نه، ٻارڪي انهيءَ فلاسافي سمجهه ۾ نٿي اچي. ٻار ته هڪ ڏينهن به سائينءَ کي ياد ڪرڻ کانسواءِ جيئي نه سگهون."

"ڇو ٻوءِ وڪڙا!" مان آهستي چوڻ ۾ ئي چوان نه مٿان مائي ٻڌي نه وٺي ۽ ڳالهه مان ڳالهڙو نه ڪري وجهي!

شادي پوري ٿي. مجلسون ۽ مهمانيون ڪائي واپس ورڻ لاءِ تيار ٿياسون. ٽيسين مونکان اها گهر واري ڳالهه صفا وسري وئي هئي، جيڪا پٽ ماءُ کي چئي هئي ته "هت ڪجهه ٿي ويو آهي..."

گهر پهچي در جي گهنٽي وڄايم، دروازو کليو. گهر اندر گهڙيس، ڏٺم هٿ ۾، شريمتي پٺيان هئي. يڪدم منهنجو پٽ ۽ هڪڙي ڇوڪري اچي پيرين پيا. شريمتي اندر گهڙي ته کيس به پيرين پيا. مان وائڙو بڻجي، پٽ ڏانهن نهارڻ لڳس. رت ٿورو مٿي دماغ طرف چڙهڻ لڳو. صالح پٽ سمجهي ويو ته بابو شڪ جو شڪار ٿي رهيو آهي. يڪدم چيائين: "بابا، هيءَ اوهانجي نُنهن آهي. اسان ٻنهي شادي ڪئي آهي. اوهان جي اچڻ لاءِ ترسون ها، پر ڳالهه ئي اهڙي ٿي جو جلدي شادي رجسٽر ڪرائڻي پيئي. هن جا مائٽ لفڙو ڪرڻ وارا هئا..."

منهنجو رت دماغ مان هيٺ لهي آيو ۽ مان چپ ٿيو رهيس. پر مونکي اچي ڳڻتي لڳي ته اڄ ٿي شريمتي واڪو واڪا ڪري ته: "ماريا، تو هيءُ ڇا ڪيو؟! اسانجي در تي دهل شهنايون ڪونه وڳيون، لاڏا ڪونه ڳايا ويا، جهمريون ڪونه پيئون، پٺيون ماڻهن گڏجي ڪونه نچيا، سڱڻ سات ڪونه ٿيا، وڏي ڪانه پڙهي وئي، مون گهوٽ ماءُ وارو گلابي رنو ڪونه پاتو... وغيره وغيره." ۽ سمجهم

۽ اڄ تہ سڄو ڏينهن "باٿ روم پريڊ" ٿيندي! پر اهڙي ڪا ڳالهہ ڪانہ ٿي. شريمتي سانت هئي. مان ٽيرس ۾ گهوماٽيون ڪاٽيندو رهيس. پلنگ آڻي بيڊ روم ۾ رکيم ۽ پوءِ باٿ روم طرف رخ رکيم.

شريمتيءَ آواز ڏنو: "هيڏانهن ڇا ٿيو؟"

مون چيو: "پيٽ ۾ وڪڙ!"

شريمتيءَ ڏاڍو خوش ٿيندي چيو: "مس مس اوهانکي ۽ پيو آهي! هاڻي تہ مونکي مهڻو ڪين ڏيندا نہ...!"

مان دروازي وٽان ٿي واپس موٽي آيس.

پڇيائين: "ڇو، وري ڇا ٿيو؟"

وراڻيم: "مان پنهنجي ٻارن ٿو روئي وڃي رهيو هوس؛ مان تہ تنهنجي ٻارن پٺيان ويس..."

شريمتي ڪجهہ هڏي ڏئي، تنهن کان اڳہ پٽ ۽ نُنهن بيڊ روم ۾ گهڙي آيا. پٽ سان منهنجا سٺا رشتا آهن؛ ڇڪ ٻاڙ ۾ دل گهريا دوست آهيون. هر ڳالهہ ۾ هڪ ٻئي سان ويچار ونڊيون. هيءَ جو منهنجي منهن تي اوچتو بلڪل سانت جي مهر لڳل ڏٺائين تہ قدري آتر ويلا ٿيس. چيائين: "بابا، توهانکي ڳالهہ نہ وڻي ڇا؟"

مون چيو: "نہ پٽ، تمام سٺو ڪم ڪيو اٿئي. تون تہ پيءُ کان ٻہ رتيون سرس نڪتين! اسان جڏهن شادي ڪئي تہ اُن تي سڄا سارا نَوَ سَوَ روپيا خرچ ٿي ويا! اها رقم بہ پيءُ کان اوڌاري ورتي هيم، جو مون وٽ اُن وقت پائي بہ ڪانہ هئي. تون تہ ڇورا انفليشن جي زماني ٽڪن روپين ۾ شادي ڪري آيو آهين! شاباس! زال بہ لڏڻ وٺي آيو آهين..."

ٻئي ٿري پيا ۽ شرمائجي ويا. تنهن سان پڇڻ ڪرڻ جي
لحاظ کان پڇيم: "پٽ نالو ڇا اٿئي؟" ڇوڪري جواب ڏيڻ
جي بجاءِ پيئي مشڪي. وري پڇيم: "ڇا پڙهي آهين؟"
ته به پيئي رڳو مشڪي. مونکي سچ پچ وڪڙ پڇڻ وارو هو،
اهو سوچي ته ڇوڪرو ڪٿي ڪا گونگي ته نه گهلي آيو آهي.
پر پٽ وات کوليو: "بابا، سنڌي ڪانه ڄاڻندي آهي.
ايم. اي پڙهيل اٿو. ليکڪا به اٿو ۽ سنڌي به جلد سکي
ويندي." مهنجي ڪمزور رڳ پڪڙي ورتائين...

سڄو ڏينهن ڪل خوشيءَ ۾ گذري ويو. پر اسان زال مڙس
کي نوڪلائي ڪانه ملي. ماني کائي رات جو جڏهن اسين
پنهنجي ڪمري ۾ آياسون ته مون ڪمري جو دروازو بند
ڪري ڇڏيو.

شريمتيءَ چيو: "ڇو، دروازو ٿا بند ڪريو؟"

مون چيو: "توکان حساب وٺندس."

"ڇا جو حساب وٺندا؟"

مون چيو: "ٻڌ سياڻي تو ته اڄ اصل ڪمال ڪري ڇڏيو!
گهر ۾ هيڏو وڏو "حادثو" ٿي ويو، وڪڙ ته پري رهيو،
تنهنجي مٿي جو هڪ وار به ڪونه لڏيو..."

مونکي وچ ڪٽي چيائين: "ڀڳوان، ڀڳوان چئو! هڙئي
شڀ ڪارج کي ڀلا حادثو چئبو آهي؟"

مون چيو: "اڙي ٻڌ، تنهنجو پٽ ڪنهن ڇوڪريءَ سان
نڪرائجي وڃي ته اهو حادثو نه چئبو؟ پوءِ ڪٿي خوشگوار
حادثو ٿي چئه! پر تون جو هونئن ٿر ٿر ٿي منجهيو پوين، سو
هڙو "شاڪ" ڪيئن هضم ڪري ويئينءَ؟"

تڏهن ماني چلڪي پيئي. چي: "مونکي ته اڳواٽ ئي
خبر هئي. مون ته هڪ دفعو پنهنجي ننهن ڏسي به ڇڏي

هُئي. مان ته ڀوپال ۾ ٿي سمجهي ويئي هيس ۽ پاڻ کي پڪو
ڪري آئي هيس."

"اڇا! ته ماءُ پٽ گڏجي، اها "سازش" مون کان لڪائي
رکي هُئي! پٽ لاءِ هڏ ڪيڏو ٿو ڪرڪئي! حق تي ڏاها
چئي ويا آهن ته ماءُ پٽ جي ئي ٿيندي آهي ..."

اهو طعنو سهي ڪانه سگهي. موٽ ۾ جوابي حملو
ڪيائين: "جڏهن اوهين ڪيس مٿي ٿي چاڙهي ويهاريو ته
اهو روا! هينئر ته هڪ اکر به وات مان نٿو اڪليو. مردن
جي اهم کي شل نه چوٽ لڳي! اسين ته سڀ ڪجهه سهيو
وڃون ..."

آئون ٿي ڪٽي چيم: "پر ڳالهه لڪائڻ جي ڪهڙي
ضرورت هُئي؟"

آکيائين: "ڇوري ڇيو هو ٻاٻا کي نه ٻڌائج، مون کي
لڄ ٿي اچي."

ڪوڙو ٺم رکي چيم: "ٻڌائڻ ۾ لڄ ٿي آيس ۽ هاڻي
شادي ڪري آيو آهي ته لڄ ڪانه ٿي اچيس؟"

ماءُ نيٺ ماءُ آهي! چي: "ٻارن جا حساب ئي پنهنجا
آهن! اٿين ته ڏسان پيئي تون به ڏهن ڏسي ٿري پيو آهين؛
باقي ٻاهريون رعب اڃا نٿو ڇڏين."

مون لاءِ هار مڃي. ڇورو برابر سهڻي سڊول نينگر گهلي
آيو هو. پوءِ به پنهنجي مطلب ڪارڻ چيم: "نهڻين برابر
سندر آهي، پر تون وڌيڪ سندر آهين" ۽ ڪيس ڇڪي
پنهنجي طرف ڪيم.

پاڻ ڇڏائيندي چيائين: "ڇو، ڇو ۽ ڇا ٿيو؟"

مون چيو: "پٽهن شادي ڪري آيو آهي، اها به نه
ملهائبي ڇا؟"

دل ۾ خوش، پر ٻاهران موٽو ڏيندي چيائين : " شادي ڪري آيو آهي ٻڍهن ۾ ملهائيندين تون ! مردن کي ته هن لاءِ رڳو ٻهانو کپي ... ! "

جيستائين هوءَ جملو پورو ڪري تيستائين اهڙيءَ جو ٻٽڪ ڏيائي مون اوندهه ڪري ڇڏي !

●●

# سنت جي سريت

ڀائي ڌرمداس جو دل اندر ڪري جڏهن اوچتو
مرڻ ٿيو ته، پوري نگر تي ڏک جي لهر ڇانئجي
ويئي. هو پنهنجن شخص جو پيارو نه هوئي، پر نگر
جي ساڌارڻ ماڻهن ۾ به ڏاڍو پريه هو. سندس اکاڙي
۾ صبوح - شام ڪيرتن لئي ڇا ته ڀيڙ ٿيندي هئي!
ماڻهو مٿس جڻسي موهت هئا. هڪ طرف هئي
ڀائي صاحب جي شاهاڻي شخصيت - خوبصورت ۽
موهيندڙ چهرو، اکين ۾ تيج، چپن تي دلفريب مرڪ،
قداور ۽ رشٽ پشٽ شرير ۽ وري جو مٿان سلڪ
جو گيڙو رنگ وستر اوڍيندو هو ۽ وچان سيند ڪڍي،
وڏا وار پٺيان اڇلي، چاکڙين جي کڙڪ کڙڪ سان،
شان سان قدم کڻندو هو ته منجهانئس پراچين زماني
جي رشيءَ جي جهلڪ پيئي ايندي هئي ۽ ٻئي
طرف ڀائو ڌرمداس واقعي گيان جو ڀنڊار هو. سندس
پروچن ۾ ويد، گيتا، اپنشدن ۽ ٻين هندو گرنٿن مان
حوالا ۽ درشٽانت اهڙي نموني ۾ پوتل هوندا هئا،
جو ٻڌندڙ اکيون ٻوري منتر مگڌ ٿي ويندا هئا،
گويا چند گهڙين لاءِ هو ٻئي ڪنهن آنندمئي سنسار ۾
پهچي ويندا هئا. سندس شش ڀائي صاحب جي
پيت آڳانن ڀڪشو پرچارڪن سان ڪندا هئا.

اهڙي سترش شخص جو ناماچار ڪيئن نه وڌي!
ايندي ويندي شرڌالو ڪيس گهيري رکندا هئا،
خاص طور زنانيون. جيئن ڪرشن کي گوپيون گهيري
وٺن، تيئن ڀائي ڌرمداس کي سندس ششيون وڪوڙي

ويندڙيون هيون. کيس ڇهڻ لاءِ ڪاهي ڳس لڳي پيئي هوندي
هئي. ڪيتريون سندس چرڻن کي ڇهي مٿي پيشانيءَ مستڪ
تي لڳائينديون هيون. ڀائي صاحب جن جي ٻوش ٻوش پيئي
پوندي هئي. هو ڪين وارهو اچڻ کان روڪيندو هو ۽ اکيائي
درشن لاءِ ڪنهن به استريءَ کي اجازت ڪانه هوندي هئي.

سچاوڪ هوڙي سنتوش ۽ گيانوان شخص جو دل ٽڙڻ ڪري
اوچتو ديهانت وڏي شوڪ جو ڪارڻ بڻجي ويو. سندس شش
۽ گروءَ جي اوچتو پرلوڪ پڌارڻ ڪري انيمت دکي هئا،
پر جن ساڌارڻ نگرواسين ڀائي صاحب جن جي گيان پنڀاري مان
آنند جي چڪي پيتي هئي، سي پڻ ملول هئا. وڏي ڳالهه،
جنهن تي هر ڇهري تي ڀرس هو، سا اها، ته ڀائو ترمداس
جنهن کي ظاهري طور ته ڪو به شرير ۽ من جو روڳ نه ٿي نظر
آيو ۽ سندس شش جي وشواس موجب هن کي سوا سؤ سالن
جي عمر جو وردان مليل هو، سو پنجاه سالن جي ڀرپور جوانيءَ
۾ ڪيئن راهه رهائي ويو. ايشور جا اپار رنگ، ڪير
ڳجهه ۾ هٿ وجهي! بس چئن لاءِ اهوئي سنتوش جو هڪ
ڀانءُ هو.

ڀائي ترمداس جو مرتڪ شرير، شرڌالن جي انتم درشن لاءِ
پر ڏينهن لاءِ شد ماڻ سان سجائي نڪاڻي جي انهيءَ هال ۾
رکيو ويو، جتي واهي هو شرڌالن جو من پرسن ڪندو هو.
پورا انيتاليهه ڪلاڪ لڳاتار رام ڌن ٿي ۽ اکنڊ ڪيرتن هلندو
رهيو. نگر جي ماڻهن لاءِ پيئي ڏينهن پنڀارو ڪليل رهيو.
هٿ پرساديون ملنديون رهيون، فقير فقري کي دان پڻ ملندو
رهيو. واس ڌوپ ٿيندا رهيا. ٽئين ڏينهن تي ورڪ وڏيءَ
موجب ڀائي ترمداس جي مرتڪ شرير جو ڪريا ڪرم ڪيو ويو.
ڌاڌي شان سان اُن کي سجائي، ڀوءِ هڪ وڏي ٽڪ اي

ٿاهيل ٻڌڻ پليٽفارم تي ڪيس رکيو ويو ۽ مٿس گلن جي ورکا
ٿي. گهٽ ۾ گهٽ هڪ ٽن گل ته وڌا هوندا. ٻاٻي صاحب
جو شرير رنگبرنگي گلن جو هڪ ڍڳ ٿي لڳو. ٽرڪ جي اڳيان
هڪ قطار شوڌالن جي گلاب دانين مان گلاب جو پاڻي
ڇڻڪاريندا هليا ۽ بئنڊ باجا توڙي گائڪ سنگيت ورکا پيا
ڪندا هليا. انهن ٻاٻي ڌرمداس جي مرتيو لوڪ مان ديولوڪ
روانو ٿيڻ جي سواري شمشان طرف وڌي.

وري ٻه ودي پوروڪ شرير کي لاهي اگني سيڄا تي رکيو
ويو ۽ ٻاٻي ڌرمداس جو پرم شش ڀائي سنتداس، شرير کي
اگني ارپڻ ڪرڻ جي رسم پوري ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌيو مس ته
پٺيان / پريان هڪ مائيءَ جو آواز گونجيو: ترسو! آواز ۾ هڪ
اهڙي درد ڀري للڪار هئي جو حاضرين چونڪجي ويا. خلق کي
ٻن حصن ۾ چيريندي، اها عورت هڪڙي ٻار کي پاڻ سان
گهليندي اڳتي وڌندي رهي ۽ ماڻهو حيرانيءَ ۾ ڏسندا رهيا،
گويا هيڙي اوچتي ۽ وچتر درشيه تي شاڪجي ويا هجن.

مائي اماڪ اڳيان وڌي، اگني سيڄا جي ڀرسان اچي
بيٺي ۽ محڪم آواز ۾ چيائين: اگني سنسڪار جي رسم
ڀائي سنتداس نه پر ٻاٻي ڌرمداس جو پٽ ڪندو. ۽ ڇوڪري
کي اڳيان ڇڪي چيائين: مهاراج اها پريل بندي هن کي ڏيو.
مائيءَ اها ڳالهه اهڙي وڏي واڪ چئي هئي، جو حاضر خلق
مان گهڻن ئي اها ڳالهه ٻڌي ورتي ۽ سڀني ڪنن ۾ ائين پئي
ڄڻ اوچتي ڪنوڻ وقت ڪڙڪاٽ ٿيندو آهي. مهراج ته
ڏڪڻ جهڙو ٿي ويو ۽ پرم شش ڏانهن هراسيل اکين سان نهاري
ڄڻ پڇندو هجي ته هو ڇا ڪري. ٻئي طرف ڀائي سنتداس
مائيءَ جي هن نيوني ڪرڻ ڪرم ۾ وگهڻ ۽ سندس الٽ ورڻ تي
اڀرو ڪرو ڏيو وس اچي ويهو، جو هوش وڃائي ڪنڌي ڪار

ڪيڏندي مائيءَ کي چيائين: ڪمبختي رن! تنهنجي اها مجال!
نڪر هتان نہ تہ ڌڪو ڏيئي ٻاهر ڪڍو ڪندوسانءِ. ڪاٺي مڇي
ويٺي. آس پاس بيٺل چيلن چيائن جون ٻاٻرون جهڪي هن
درشيہ تي ٿوري وقت لاءِ ڏنگجي ويئون هيون، سڀ ڪاڏي
پيئون - ڪنهن چيو ٻہ چلن، ڪنهن چيو ڪلڇٽي، ڪنهن چيو
حرامزادي، ڪنهن چيو ڪـوٻلي، ڪنهن ڪجهہ چيو، ڪنهن
ڪجهہ. لڳو واس ڌوپ ۽ گلن جي سڳند ۾ گارين جي درگند
سمائجي ويئي ۽ شمشان جهڙي فضا دکہ سان گڏ ڪوڙاڻ ۽
چڪتاڻ جو سواس ڪٽڻ لڳي.

ٻئي طرف مائي اڏول بيٺي هئي- شوخ، ارڏي ۽ بيپرواهہ!
وڏي واڪي چيائين: اوهان پنهنجي گروهہ جي مرڪ شريـر
سامهون هوڙي گندي ڀاشا ڪم آڻي، سندس اپمان ڪيو
آهي. اوهان مذهب جو ڪجهہ بہ نہ بگاڙيو آهي، صرف پنهنجو
مکہ گندو ڪيو اٿو...... اڃا مائيءَ ڳالهہ پوري ئي نہ ڪئي
جو ڀائي سنتداس کيس پوري طاقت سان اهڙو ڌڪو ڏنو جو
هوءَ سنڀالي، تنهن کان اڳ ٻار سوڌي ٽڙام وڃي زمين تي
ڪري ۽ پوءِ ڪن کيس ٺڏا بہ هنيا ۽ ٻہ ٽي شهوڪ کين
گهليندا، دروازي کان ٻاهر ڦٽي ڪري آيا. ٻار ۽ ماڻهو داڻهون
ڪندا رهيا ... چڱو خاصو تماشو ٿي پيو.

ڀائي ٽرمداس جو اگني سنسڪار تہ دکدائي ۽ گهٽيندڙ
واپومنڊل ۾ ٿي گذريو، پر وڏيءَ پوروڪ، ڀائي سنتداس
ٻائي صاحب جي گديءَ تي ويهي ٿي وهي، تنهن کان اڳ
ڀائي سنتداس ۽ ٻين ڇهن تي فوجداري ڪورٽ جا سمن لڳي
ويا، جنهن ۾ مٿن مکيہ طور تي ٻہ ڏوهہ مڙهيا ويا هئا: (۱) تہ
هنن جمنا ڀائي ۽ سندس ٻار تي حملو ڪري مٿن مارڪٽ
ڪئي آهي. (۲) تہ هنن ڀائي ٽرمداس جي هٽي بہ ڪي

پنهنجي ڀاءُ جي اڳئين سنسڪار جي ڌارمڪ وڌيءَ کان
روڪي، سندس بنيادي حق جو اُلنگهڻ ڪيو آهي. (٣) ته
هو وِساگهائي ڪري ڀائي ڌرمداس جي حقي وارث کي پنهنجي
پيءُ جي گدي ۽ پيءَ ملڪيت کان محروم ڪري، پاڻ ڦٻائڻ
ڏاگهڙن ۽ وڏيڪ ڪورٽ مٿان مدع نامو جاري ڪيو هو ته
جيستائين مٿين تڪراري ڳالهين / سوالن جو نبيرو نه ٿيو آهي،
تيسين هو ڀائي صاحب جي گدي ۽ وارثت جي باري ۾ ڪوبه
فيصلو يا قدم کڻي نٿا سگهن، ڇاڪاڻ ته اهڙو عمل قانوني
ڏوه ليکيو ويندو، جنهن لاءِ ڪڙي سزا ملي سگهي ٿي.

نڪاڻي جي شيواڌارين ۽ ڪرمچارين تي هن حڪمنامي
جاري ٿيڻ تي ته ڄڻ وڄ ڪري هئي، پر پوري نگر ۾ حيراني
۽ چوٻول مچل هو. سڀ ڪنهن تي ڏندين آڱريون ڏنيون. پوءِ
جڏهن ڪيس هليو ته ٻهرين ته وڪيلن جون وڏيون حجتون
۽ لنبيون ڏانڌل بازيون هليون. ڪافي شنوائيون نڪري
ويئون. نيٺ فاضل جج؛ فريادي، يعني جمنا ڀائيءَ جو بيان
رڪارڊ ڪرڻ لاءِ تاريخ مقرر ڪئي.

ڪورٽ ۾ تر ڇڏڻ جي به جاءِ نه هئي. ماڻهو ايترا اچي
ڳاهٽ ٿيا هئا ڄڻ ڪنهن وڏي جادوگر جو کيل ٿيڻو هو.
ڀائي ڌرمداس جا شش ته وڏي تعداد ۾ حاضر هئا، پر حيرت
ڪارڻ پيا نگرواسي ۽ ڪيترائي قانوني دنيا جا ماهر به اچي
ڪورٽ ۾ وارد ٿيا هئا... پڪار ٿيڻ تي جمنا ڀائي پٽ کي
هٿ ڪانوني اچي ڪورٽ جي ڪٽهڙي ۾ بيٺي. گيتا تي هٿ
رکائي ماڻيءَ کان قسم کڻايو ويو ته هوءَ سچ ۽ سچ کانسواءِ ٻيو
ڪجهه به نه چوندي. هڪ پل لاءِ ماڻي ٿوري هٻڪي، پر
پوءِ پاڻ تي قابو پائيندي، جج ڏي نظرون اُڪائيندي جمنا
چوڻ شروع ڪيو:

صاحب، ٻارهن سال اڳ مان هن شهر ۾ آئي هيس. انهن منهنجي عمر ويهه سال هئي. مان جوان هيس، مان سندر هيس. ٻائي جن مونکي پنهنجي سيوا لاءِ ٺڪاڻي ۾ نوڪريءَ ۾ رکيو هو. مان ڏاڍي شوق سان سندن سيوا ڪندي هيس - ڪپڙا ڌوئڻ، انهن کي استري ڪري رکڻ، شڪ گهڻ ۾ سندن پسنديءَ جا طعام تيار ڪرڻ ۽ وقت سر کين پيو ڄڻ کارائڻ، ٿانوَ ڌوئي الڳ ڪري رکڻ، سندن ڪمري جي چڱي ڇوڪ ڪرڻ ۽ سندن بسترو سهيڙڻ ۽ اچڻ وڃڻ وقت سندن چاکڙيون صاف ڪري رکڻ ۽ وڃڻ وقت آڻي سندن اڳيان رکڻ ۽ ٻيا ننڍا وڏا ڪم ڪندي هيس. مان ماٺي عام ٻيڏاري مان ڪانئيندي هيس ۽ ٺڪاڻي جي ٻنيان جيڪي ڪوٺيون سيواڌارن جي رهڻ لاءِ آهن، تن مان هڪڙيءَ ۾ رهندي هيس. ٻائي جن جا جيڪي ٻم شش ساٿيون وينا آهن، انهن کان پڇو ته اهو سچ آهي يا نه؟ ... پوءِ هڪڙي ڏينهن جڏهن مان ٻائي جن جو بسترو سجائي رهي هيس ته هو ڪمري اندر لنگهي آيا ۽ چيائون : جمنا اڄ مونکي ڏاڍو بخار آهي، تون هت ئي ڪجهه هيٺ وڇائي، سمهي پئه، متان مونکي رات جو ڪنهن شيءِ جي ضرورت نه پوي. مون چيو : جيڪا اوهانجي آگيا ۽ دروازو بند ڪري فرش تي ليٽي پيس. اڌ رات گذري هوندي ته مونکي سڏي چيائون : جمنا، منهنجو مٿو پيو سور ۾ ڪڙهي. مٿي اچي ڪٽ تي ويهي مونکي زور ڏي. مون وري به سندن آگيا جو پالن ڪيو ۽ کين زور ڏيڻ لڳس. ٿوري وقت کانپوءِ هنن پنهنجو مٿو وهاڻي تان کڻي منهنجي گوڏي تي رکيو ... ۽ ٿوري ساعت کانپوءِ هنن پنهنجون ٻانهون ڇڪي منهنجي ڳچيءَ جي چوڌاري وڌيون ۽ منهنجو منهن ڇڪي پنهنجي منهن سان لڳايو... مان ڏڪي ويس، منهنجو ساهه منجهڻ لڳو ۽

زور زور سان سهڪڻ لڳس ... جمنا سيج تي ڪنهڙي ۾
ان وقت به ڏکي رهي هئي، سهڪي رهي هئي ۽ سندس
آواز ٻڪايڪ گلي ۾ ئي گهٽجي ويو ... هوءَ شانت ٿي وئي
۽ سندس ڪنڌ هيٺ جهڪي ويو.

پل جي خاموشيءَ ڪانپوءِ جيج جو آواز گونجيو: تنهنجي زبانيءَ مان اهو ته ثابت ڪونه ٿيو ته ڌرمداس تنهنجو پتي هو ۽ هن ٻالڪ جو پيءُ.

جمنا جڏهن ڪنڌ مٿي ڪيو ته سندس اکين ۾ آنسون هئا.
هن وري به همت جمع ڪري ٻاڏڪي قاضيءَ ۾ آڏو ۽ بيان
جاري رکيو: صاحب، پوءِ اهو ٿي ڪجهه ٿيو، جيڪو پرش ۽
استريءَ جي وچ ۾ ٿيندو آهي ۽ انهن ڪيترائي ڏينهن مان
سندس شيوا لاءِ سندس ڪمري ۾ هيٺ سمهندي هيس ۽
جڏهن به هو سڏيندو هو ته وٽس ويندي هيس. ڪجهه مهنن
ڪانپوءِ منهنجا پير ڳرا ٿيا ته مان هراسجي ويس. ساهس ڪري
کين ٻڌايم، پر هو گهٻرايا ڪونه.

مونکي جهجها پئسا ڏيئي ڳوٺ روانو ڪيائون ۽ مان
ظاهري طور اهو بهانو ڏيئي ته منهنجي پيڙي ماءُ بيمار آهي،
نڪاڻي جي شيوائن کان ڇٽي وٺي، ڳوٺ هلي ويس. ٻارهن
مهنن ڪانپوءِ، ٻار ماءُ وٽ رکي مان موٽي آيس. منهنجي
واپس اچڻ تي ٻاٻو صاحب ڏاڍو ناراض ٿيو. پر مونکي وري
به نڪاڻي ۽ سندس شيوا لاءِ رکيو ويو ... پڇو هنن شخصن کان
ته اها حقيقت به صحيح آهي يا نه ...

جيج جمنا ٻائيءَ کي اڌ ۾ ٻيهاري سوال ڪيو: تنهنجي
واپس اچڻ ڪانپوءِ به ڌرمداس تو سان ساڳيو رشتو قائم رکيو؟
جمنا ٻائي ٿوري اوچتي سوال تي شڪجي وئي، اڌي
وئي. ڪن لاءِ سن ٿي وئي. پوءِ جهٽ ٻاڏڪي، ٻڪو ڪندي

چيائين ته: هيڪاري ٻانهين جو مونجهارو وڌڻ لڳو. مونکي
هڪڙي ڏينهن سڏي چيائون: جهڙا پئسا وٺي تون وڃي
ڳوٺ ۾ سکي گذار. مون چيو: سائين هاڻي اوهان کانسواءِ
سک مونکي سرڳ ۾ به نه ملندو. مان اوهان کان پري ڪانه
ٿيندس. اگر اوهين مونکي زوريءَ پاڻ کان پري ڪندا ته
مان پنهنجو به انت آڻيندس ۽ ٻار جو به. هو گهڻي سوچ ۾
پئجي ويا. نيٺ نگر کان پري غريب بستيءَ ۾ هڪڙي ڪوٺي
خريد ڪري مونکي اتي رهايائون ۽ مهيني سر مونکي خرچ پکو
پهچندو رهندو هو. ڪڏهن ڪڏهن هو مون وٽ ايندا هئا،
غريبن جي سار سنڀال لهڻ بهاني مونکي ڏسي ويندا هئا. ٻار
کي گود ۾ کڻي گد گد ٿيندا هئا. مون هن سڄي عرصي ۾
ڪين صرف ٻه خواهشون پوريون ڪرڻ لاءِ وينتي ڪئي هئي-
هڪڙي شاديءَ جي نشاني طور سوني منڊي ۽ ٻيو سهاڳ جي
نشاني طور منگل سوتر...

۽ پوءِ جمنا جو آواز وري به ٿوري وقت لاءِ ڪٽجي ويو،
گويا اندر جي پيڙا کيس لوڏي رهي هئي... پنهنجي ٻاچ
مان منڊي لاهيندي، چيائين: صاحب ڏسو، هن منڊيءَ تي
ٻانهين جو نالو اُڪريل آهي ۽ اُها وڏائي پرسان بيٺل ڪورٽ
جي ڪلارڪ کي ڏنائين. جج منڊي وٺي اُن کي چتائي ڏٺو
ته وچ تي انگريزي اکر ڊي (D) ميناڪاريءَ ۾ اُڪريل هو ۽
پوءِ جمنا پنهنجي ڳلي مان منگل سوتر لاهي، ڪلارڪ طرف
اڳتي وڌائيندي چيو: صاحب، هن ۾ جيڪو ننڍڙو لاڪيٽ
پوتل آهي، تنهن ۾ ٻانهي صاحب جو فوٽو به پيل آهي.
جج صاحب لاڪيٽ وٺي اُن کي ڏاڍي غور سان ڏٺو ۽
ماڪاري انداز ۾ پنهنجو ڪنڌ لوڏيو، تنهن ٻڪ ٿي پڪ
ڪورٽ ۾ ويٺل ڪيترن شخصن جي دل هڪڙي ڌڙڪڻ لئه
ضرور گسائي ويئي هوندي.

۽ پوءِ جڏهن ٻاڻيءَ جو آواز ٻڌو ئي ويو ۽ لوڙيندو رهيو؛ جڳ
کي ٻلي معلوم نه هجي ته ٻاڻيءَ جون موڙڪي ور ماليها ٻاڻي
پنهنجي ٻئي سو پڪار ڪيو هو ۽ منهنجي گرڀ مان ڄاول
ٻالڪ کي پنهنجو سنتان قبول ڪيو هو. ٻيءَ جي جيئري ته
هيءُ ٻالڪ هر شيءِ ۽ هر خوشيءَ کان محروم رهيو؛ ٻر سندس
ويچار ڪانهوءِ نه. ڪيس أهي سڀ اڌڪار ملڻ گهرجن، جيڪي
اسانجي سماج ۽ اسانجو قانون ڪنهن به ٻار کي ڏئي ٿو...
مونکي چاهڻ آهي ته ٻاڻي صاحب جا شش مونکي اهڙو انصاف
ڪداچت ڪون ڏيندا ... پر مان پڇڻ ٿي چاهيان ته هيءُ
انصاف جو گهر به ڇا منهنجي معصوم لاءِ ۽ منهنجي لاءِ پنهنجا
دروازا بند ڪري ڇڏيندو؟ ... ۽ پوءِ هيءَ ٿڌي ٿيڻي ۽ ٻار
وات ڦاڙي ماءُ کي ڏسندو رهيو ۽ ڪيس چنبڙي پيو...

انهن لڳو ڪورٽ ۾ ڪو دستي ڄم ڪري آهي. ٻاهران ته
موت جهڙو سناٽو ڇانئجي ويو. ڪورٽ ۾ ويٺل ٿوري ٽيٺل
ڄڻ پنڊ پهڻ ٿي ويا هجن. سندن اکيون به هڪ هنڌ اٽڪي
ٽهي ويٺون هيون، جتي جج ڪرسيءَ تي ويٺو هو. جج به
ڄڻ سندي ويو هجي. سندس اکيون وري به سامهون
پيل قانون جي ڪتاب ۾ کپي ويٺون هيون. هن پنهنجي
پوري قانوني زندگيءَ ۾ هن قسم جو وچتر ڪيس ڪين
هلايو هو. سندس ذهن ڄڻ هڪ ڪن ۾ ڦرندو هجي –
قانون، حقيقت، انصاف، اخلاق مڙني ڇڙون ٽڙيون
ٻڪڙيون ٿيون هيون. ڏنڌلو آڪار! ڇون ۾ ڄڻ ڪجهه
پڪندو هجي – ”ستيه ميو جيتي.“ ڇا هو هن الڪ سچ
جو پالن ڪري فتوا ڏيئي سگهندو؟ ڇا ڏيندو؟ هڪڙو
زلزلو! هندو ڌرم جي بنياد ۾ ڏاڍون پئجي ويندڙيون،
هندو سماج جي محل مرياداڻن جو محل ڪري اهي پت

ٿيندو... ڀائي ڌرمداس جا شش پنهنجي گرو بابت حقيقت برداشت ڪري سگهندا؟ ڪي تہ هٿ ڏئي بيهوش ٿي ويندا. ڪي وري گهر ڇڏي ڳلي ۾ ڦاهي وجهي، پاڻ کي ڇت ۾ لٽڪائي ڇڏيندا... ڪيڏي نہ للڪار! گهري الجهن......

۽ پوءِ ڪنهن شاڪ مان سجاڳ ٿيندي هڪڙو ٻيو ۽ ڳنڀير آواز جڻ پڙاڏي وانگر اٿيو: ڪورٽ سپاٽي تائين درخواست ڪئي ٿي وڃي.

●●

# پاڻ ڏسڻ آيو....

ڪجهه وقت ٽيليفون جي گهنڊي لاڳيتو وڳي
جڻ جنگ جي خطري جو گهگهو چلائي آيو هجي.
مٿان گهر وارن جي ننڊ خراب ٿئي، ان ڪري مون
اٿي، ٻن ڪمرن جي وچ ۾ دروازي جي قائل واٽ جا
ٻئي چپ بند ڪيا ۽ پوءِ اچي رسيور کڻي "هيلو" ڪيو.
موٽ ۾ ڪنهن جو آواز نه، پر هڪ گهمسان گوڙ
ٻڌڻ ۾ آيو، گويا ٽيليفون رڻ ڀومي سان ڳنڍيو
ويو هجي... گهوڙن جون هڻڪارون، تلوارن جون
جهڻڪارون، ڀالن جا واڄٽ، نغارن جا ڪڙڪات...
مان ڏهلجي ويس. پاڻکي وشواس ڏيارڻ لاءِ
چوڌاري نظر ورائي ورتم. اوندهه هئي پر مان
ڪمري ۾ هوس، خاطري ٿيم. آهستي آهستي ڪن
تي هڪ پڙلاءُ پيم جو تيمي وڌندو، نيٺ
چٽو ٿي ويو:

> گهوڙن ۽ گهوٽن جڏهن ٿورا ڏينهڙا
> ڪڏهين مڃهه ڪوٺن ڪڏهن واهي رڻ جا.

هاڻي هڪ حشمت ڀريو آواز آيو: "هيلو، هيلو!
سنڌ جا فرزند ڪهڙي حال ۾ آهيو؟" مان ڪيس
ڇا ٻڌايان ته ڪهڙي حال ۾ هوس! منهنجو اڌ ساهه
ٿي سڪي ويو هو، جڻ ڪو ڀوائتو خواب ڏسي
رهيو هوس. ٻر اهڙي لِڪ ڪانه ڏنم. همٿ ٻڌي
چيم: "حال نه، مڙئي خير آهي، پر اوهين آدم
جي ڪهڙي ذات؟ ۽ هيءَ ڪهڙو ڪلان ٻيا
ڳالهايو؟"

"مان بمبئي ايئرپورٽ تان پيو ڳالهايان. اڃهو هينئر ئي ڪراچيءَ مان وماڻ رستي هت پهتو آهيان."

"اوهان جي واقفيت؟"

"جو منهنجو آواز نه ٿا سڃاڻو؟"

شرمساريءَ کي لڪائيندي چيم: "آواز ته سنڌ ڌرتيءَ جو ٿو لڳي..."

"تو اڻ ۾ کهڙي سورهيائي ڏيکاري! اها ڳالهه ته مون توکي ٻڌائي. مان هوش محمد شيدي آهيان..."

"هوش محمد! مرحبا، مرحبا! منهنجا دلير دوست، فخر سنڌ! مان اڄ ئي تاريخ جا ورق ورائي رهيو هوس ۽ اوهانجي عظمت کي سؤ سلام ڀري رهيو هوس..." چوڻ کي ته چئي ويس، پر پوءِ پنهنجي عقل تي حيران ٿي ويس. هوش محمد اتهاس جو هڪڙو سورمو ڪردار هو، جنهن آخرين دم تائين انگريزي سپاهين جا ڪنڌ ڪپيندي، ڪپيندي، وطن خاطر شهادت جو جام پيتو هو؛ پر هو هيئن بمبئي ايئرپورٽ تي ڪيئن پهچي ويو! وڏي عقيدت، پر شڪ گاڏڙ آواز ۾ چيم: "جنرل هوش محمد، مان يقين ئي ڪٿي ڪريان ته اوهين اتهاس ۾ ۱۴۰ سال زنده رهيا آهيو. پنهنجي سنڌ ماءُ کي هردم ياد آهيو. دراصل اوهان جهڙي عظيم سپهه سالار جي اسان جي ضعيف قوم کي اڄ ازحد درڪار آهي، پر اوهين بمبئي ايئرپورٽ تي پهچي مون سان ٽيليفون رستي هيئن ڳالهائي سگهو ٿا، اهڙو وشواس آءٌ ڀلا ڪيئن ڪريان؟!..."

هن طرف کان گونج ڀريو ٽهڪ آيو، هڪ دلفريب آواز، جنهن ۾ ترارن جي ٽڪرائڻ جو سنگيت هو، گويا رڻ مان اٿيل آواز سنڌوءَ جي لهرن ۾ ڊوڙي، مٿو لڙ ۾ ابلجي ويو

هجي. ۽ پوءِ ساڳيو ڊيرانو آواز: ”ماڻهو سرڳ ۽ نرڳ ۾ ڀٽڪندي
وڃن ٿا ۽ جڏهن ڏارن تائين ڀٽڪي سگهن ٿا ... مان حيدرآباد
جي قلعي مان آئي، امبئي نٿو ڀٽڪي سگهان! تون ڪهڙيءَ
دنيا ۾ ٿو رهين؟ جڏهن شخص جي جڏهن لڳ ۾ ضرورت
آهي، سو ڀٽڪي ويندو آهي. سو رهڻ جا سؤ جنم، سؤ روپ
ٿين ٿا ... “

امرتا جو ترنگ هو، عجيب نيڻهن جو نشو هو. منهنجي من
۾ پڙ هڪ وچتر ڪيفيت طاري ٿي وئي هئي. اکرن جو
جادو مونکي گهيري ويو. چيم: ”سنڌ جا آخرين سپهه سالار،
اوهين وري هن يگ ۾ پرگهٽ ٿيو ته سنڌي قوم کي نئون جنم
ملي وڃي. سنڌ جي ڌرتي سهاڳ جو ويس اوڍي، سنڌوءَ جو
جل چمڪي پائي جهومر هڻي ... پر مان سوچيندو ڪائي ٿو چوان ته
مان منهنجي پيو آهيان ... “

وري ساڳيو ٽهڪ، ناڊن ۽ نغارن جي ملهل ڌنيءَ وارو
پولاءِ! چيائين، ”اگر منهنجي پيو آهين ته مونجهه دور ڪرڻ لاءِ مان
توکي ٻڌائڻ ٿو چاهيان ته مان تنهنجو دوست هيمون
آهيان ... “

” هيمون منهنجا دلبر يار، ڪٿهين آئين؟ ڪٿان پيو
ڳالهائين؟ “ مون کان گويا چيخ نڪري وئي. جلدي پاڻ
سنڀالڻ جي ڪوشش ڪيم ته ڪٿي ڪو جاڳي نه پوي ۽ دلبر
دوست سان ڳالهائڻ ۾ رخنو نه پئجي وڃي.

” مان اسيئي ايئرپورٽ تان ڳالهائي رهيو آهيان. “ هيءَ
ته برابر سڃاتل آواز هو. چاليهه سال وقت جي وڇوڙي ڪانپوءِ
بلڪل اهو ئي آتما کي ڇهندڙ، ماکيءَ کان مٺو ۽ گلن کان
ڪومل آواز، جوانيءَ جي البيلائيءَ جو ڦوهارو! سر هڪدم

باخبر ٿيندي مون چيو، "پر هيڏهن ته. ساڳئي فون تان
هوش محمد ڳالهائي رهيو هو ۽ وري تون ..."

"چيو، مان به ته هوش محمد آهيان. ٻن سؤ سالن کانپوءِ
مون هن جو چولو پاتو هو. نسل اسان جو ساڳيو شهيدن جو،
ذات اسان جي ساڳي سرفروشن جي ... توکي ڪهڙو ٿو فرق
نظر اچي؟ ظالمن هن کي گولين سان ماريو ۽ مونکي سوريءَ
چاڙهيو. ڇا اهو توکي وڏو فرق ٿو لڳي؟"

منهنجي هيانءَ ۾ ڪنهن پالو گهمائي ڇڏيو. دل رتو رت
ٿي ويئي. گلي ۾ ڄڻ ڪجهه اٽڪي پيو. اکين ۾ آنسو تري
آيا، جن ۾ ڪي ڌنڌليون تصويرون ڦري آيون. سکر جيل ۾
اهو سڄو ڏينهن اسان ماتم ڪيو هو. هيمونءَ کي صبوح جو
سوير ڦاسيءَ تي چاڙهيو ويو هو. ٻاهر به ماتم هو، اندر به
ماتم هو. سڀئي ٻوراڪن ۾ بند هئاسون. هوا ۾ هڪ ڊاڙو هو.
"هيمون زنده آباد" جا نعرا چوڌس ڦهلجي ويا هئا. اسان
مان ڪيترا روئي رهيا هئا، پر اُن روئڻ ۾ ڪنهن جي
عظمت جو هڳاءُ هو. سڀني جي نيڻن ۾ لڙڪ هئا، پر اُنهن ۾
شردا جا گل پوتل هئا. هر ٿڌي سواس ۾ امرتا جي خوشبوءِ
هئي ...

ٻئي طرف کان آواز آيو: "چيو، روئين پيو؟ يار، ٻه
گهڙيون ته ملاقات لاءِ آيو آهيان. ڪجهه حال احوال ته ڏيون-
وٺون. سنڌ ۾ ته توکي گهڻو ڳوليم، پر نه مليئين. ٻڌم پڇي
هت آيو آهين. خوش ته آهين نه؟"

منهنجو سڄو چهرجي ويو. اوندهه هوندي به منهنجو ڪنڌ
لڄ وچان جهڪي پيو. ڇا جواب ڏيان؟ چيم: "مونکي
نيڪالي ملي هئي ... توکي به ڇا نيڪالي ملي آهي؟"
هن طرف کان هڪڙو مٺو مٺو ٽهڪ آيو، جنهن ۾ فاتح جي

ٻلنديءَ جو سڙ وڃي رهيو هو، هڪ للڪاري گونج جو پڙاڏو
دور تائين ڦهليل هو. منهنجو سمورو ايمان ڦڪو ٿي ڦڪو
وڃي ويو. ڪمزوري منهنجي سرير جي هر سوراخ مان ٽمڪي،
منهنجي آڪار کي ٽچ جو احساس ڏيئي رهي هئي. وري
آواز آيو: ”نيڪالي گيدڙن جو لباس آهي. زمين کان اکڙيل
اهو نقاب اوڍيندا آهن. مان ته پنهنجي زمين ۾ لسڪ ٻسڪ
آهيان. اڄ ڏس ته هت ڪيترا هيمون پيدا ٿيا آهن. مان
ٽوڪي وٺڻ آيو آهيان. تنهنجو اهو نقاب لاهڻ آيو آهيان. ماءُ
جي ٽچ آندي اٿم. سنڌوءَ جو جل آندو اٿم، جيڪو مٽل
هردي کي جيئاري سگهي ٿو...“

مونکي لڳو مان واقعي شرمساريءَ جي لائق هوس. هڪ
ڪوڙي تسڪين هيٺ ڏينهن ڪاٽي رهيو هوس. لڪل گناهه
۽ پشيمانيءَ جو احساس جيڪو دٻيل هو، تنهن تان فريب جو
پردو هٽي رهيو هو. هڪ سرت هئي، جا آتما کي جاڳائي
رهي هئي. چيم: ”هيمون تنهنجون سڀ ڳالهيون برابر،
تنهنجا ڏوراپا پڻ صحيح. زمين کان ٽڪيل هر شخص ملامت
جي لائق... تون اهوئي چاليهه سال اڳ وارو هڄائتو دوست
پيو لڳين. ميارون جهول پري ڏجانءِ. پر اهو ته ٻڌاءِ، وقت
جي واڳ کي پٺتي هٽائي، ماضيءَ کي حال جي صورت ڏيئي،
تون هت ڪيئن پهتين؟ منهنجي حيراني ته دور ڪر...“

ٻئي طرف کان آواز آيو: ”ته وٺ مان تنهنجي حيراني
دور ٿو ڪريان. وٺ پنهنجي ڪامريڊ ساڻ ڳالهاءِ.“

مان ٽئي پيس. فضا ۾ بي-اعتباري ٽنگجي بيهي رهي.
ڇا منهنجي ذهن جي خرابي آهي؟ واقعي ڪو آهي جو
منهنجي جذبات سان کيڏي رهيو آهي. هي ڇا منهنجو ڀاڳ
آهي، منهنجو سنڌل روپ آهي؟ رسمور جهڙي ابتو آهيان،

آواز وري ٻه ڪن تي وڄي ٿو: "ڪامريڊ ڪهڙو حال آهي؟
مونکي سڃاڻين ٿو؟"

مون کي سمجهايان ٿو ته شايد هيءَ ڪي صحيح شخص آهي،
جيڪو هن طرف ڪان ٽيليفون تي ڳالهائي رهيو آهي. چوانئو:
"نه ادا، نٿو سڃاڻان. هن ڪان اڳ انهيءَ ٽيليفون لاءِ ٻن
شخصن سان ڳالهائي چڪو آهيان. هاڻي نه ڀروسو ٿي وڃائي
ويٺو آهيان. هاڻي، خدا ڪارڻ وڌيڪ آزمائش نه وٺو. پنهنجو
سڌو نالو ٻڌايو..."

تڏهين آواز آيو: "مان جتوئي آهيان."

"ڪهڙو جتوئي؟"

"ڪامريڊ حيدربخش جتوئي، جنهن کي پيار وچان سنڌ
وارا ٻاباڻي سنڌ ڪوٺيندا آهن."

مان وري وسميءَ ۾ گهيرجي ويس. هوش، هيمون، حيدر!
لڳم پنڌ پهچ ٿي ويو آهيان. روحن جي دنيا ۾ پهچي ويو
آهيان. روح جيڪي مونکي قريب آهن، جيڪي مونکي پيارا
آهن، جن سان آتما جو رشتو آهي... مان چوندو ويس:
"ٻاباڻي سنڌ، ڀلي ڪري آيا. اوهين منهنجا ته سچ پچ
ٻاباڻي آهيو. سنڌ ۾ جڏهن زلزلو آيو هو ته منهنجا مائٽ
مونکي ڇڏي هليا ويا هئا. پاڪستاني حڪمرانن جڏهين
مونکي ڪراچيءَ مان نيڪالي ڏني، تڏهين مون اوهانجي
گهر ۾ ئي اچي پناهه ورتي هئي. اوهان مونکي پنهنجن ٻچن-
مصطفيٰ ۽ دادن وانگر پيءُ وارو پيار ڏنو هو. اوهان جهول
ڀري مونکي آساهه ڏنو هو. اوهان ئي مونکي "جيئي سنڌ،
جيئي هند" جو سبق پڙهايو هو. اوهان مونکي..." تڏهين
ٽيليفون جي ٻئي ڇيڙي تان هڪ سڏڪو آيو... سڏڪو جيڪو
هڪ پيءُ جي عالمگير محبت ڀري دل جي اٿاهائيءَ مان

اندو آهي ۽ اهو آزاي سڏڪو جيڪو ڀورن انسان جي دل
مان درد جو پيمانو ڦاٽي نڪتو هو، جڏهن ڪيس پنهنجن کان
ڌار ڪيو ويو هو...

مون چيو: ”بابا اوهين روئي رهيا آهيو؟“

آواز آيو: ”اڙي، مان حيدرآباد کان ڪهي هتي روئڻ لاءِ
آيو آهيان؟ نه بابلا، روئڻ جو وقت مون وٽ نه آهي. پر
گهڙيون ٿي ته آيو آهيان. اوهان جو قرب ڇڪي آندو اٿم.
اوهين سڀ جو سڀ ائين هليا ويا، ڄڻ ڌرتيءَ سان رشتا
ڪي ڪچا ڌاڳا هئا، سي ٽٽي پيا. ماءُ جي سڪ ڇڏي ڪانـ
ٿي وڃيو؟ اسين ته آسائتا ويٺا آهيون. اڙي تون ته اهڙو
ڪونه هئين. وڃڻ وقت چيو هوءِ: ”بابا اجهو ٿو موٽي
اچان.“ ڪيترا نه ڪم دنيا ماڻءِ ڪرڻ لاءِ. پر وڃڻ کي وڃين
ته وري ڪين ڪڏهن ورائي ڏٺءِ ته پٺيان به ڪي پنهنجا
ساريندا هوندا...“

منهنجي اکين مان جهر جهر پاڻي وهي رهيو هو. درد دل
کي ڳوهي رهيو هو. سڏڪن کي روڪڻ لاءِ، چپن کي زور
سان بند ڪري پاڻ ٿي قابو پائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو
هوس ته ڪٿي گهر جو ڪو ڀاتي اٿي نه پوي ۽ اهو ڄاڻي ته
مان جتوئيءَ سان ڳالهائي، روئي رهيو آهيان، مون تي کلي
نه وهي ڇو جو هنن کي ته ڄاڻ آهي ته موت جي بستري تان
پويل سندس آواز واري ٽيپ به، اسان جي گهر ۾ ئي موجود
هئي، جيڪا مان اڪثر هلائي سندس عالمگير پيار ۽ اڳتي
وڌڻ جو پيغام ٻڌندو هوس.

مون چيو: ”بابا! سنڌ واقعي مان ”حيف“ جي لائق
آهيان. دراصل سنڌي جاتي جڏهن ٿائين اوهان جو قرض نه
لاهي سگهندي. سنڌي جو ڪهڙو سراب ملهه جو جتوئيءَ

جهڙي انقلابي درويش جا ڏوهيڙا وساري ويٺاسون؟ گهور
ننڊ ۾ سمهي پياسون. مونکي ٻڌايو مان ڪٿي اچان. اوهانجا
هٿ چمان، پير چمان، گود جي گرمائش پايان. سڀني طرفان
بخشايان... ٻڌايو اوهين ڪهڙي ويو لينٿ تي ويٺا آهيو..."

آواز آيو: "ته پوءِ اُن لاءِ تون پلي جي. اِمر سان ڳالهاءِ."
تعجب ۾ غوطا کائيندي سي. هڪوار ته ٻولي سلي ورتم ته
هيءَ سائين جي. اِمر (سيد) ئي هو، جو مون سان ڳالهائي
رهيو هو. شاندار ماضيءَ جا ڪردار مهنجي اڳيان اجاري ۽
جاڳائي رکيا هئائين، مهنجي هردي جي ڪٿ ڪي پگهارڻ
لاءِ. مهنجي پوري وجود ۾ ارق ڦهلجي ويئي. مهنجو من
هڪ ڪنب وانگر هلڪو ٿي ويو. مون اتاولو ٿي چيو:
"سائين مهنجا ڳالهايو! ڪيڏو نه وڏو امتحان مون کان ورتو
اٿو! مهنجي من جي حالت نه ڏسو! ٻڌايو ته ڪڏهن آيا،
ڪٿان پيا ڳالهايو... جلدي ٻڌايو..."

هڪ جهور درويش پرش جو آواز ائين گونجيو، ڄڻ سنجها
وقت ڪنهن دور مندر جو سنک وڄو هجي يا ڪنهن دور
مسجد جي گنبذ مان بانگ جو پڙلاءُ ايندو هجي، جنهن ۾ يگن
جي سچائيءَ جو ناد وڄندو محسوس ڪجي. چيائين: "ٻڌ،
مان اڃهو هينئر ئي پهتو آهيان. مونکي ورنڌڙ فلانيت ۾
واپس موٽڻو آهي. مون وٽ صرف چند گهڙيون آهن ۽ ڳالهيون
اٿاهه آهن. مان اوهان لاءِ سنڌو ديش جا نياپا کڻي آيو آهيان.
مهنجي قاصدن ته ڪم نه ڪيو. اوهان انهن کي ٻڌوا ٻڌو
ڪري ڇڏيو. مونکي تنهن ڪارڻ پاڻ اچڻو پيو آهي..."

"پر سائين اوهانکي پاسپورٽ هوندو؛ ويزا هوندي، پوءِ
هيءَ گهڙين جو حساب ڇاجو؟"

"اهي ڳالهيون تون نه سمجهندين. مونکي نڪو ويزا،

نڪو پاسپورٽ جي ضرورت آهي. مونکي ايئرپورٽ جي
حدن کان ٻاهر نڪرڻو نه آهي ۽ تنهن کانسواءِ فورن واپس ورڻو
آهي. جنهن ڌرتيءَ سان منهنجي روح جو ناتو آهي، تنهن کان
گهڻو وقت پري رهڻ جي نه. مونکي منع آهي. صرف ڪي
گهڙيون آهن، نياپا ڏيڻ - وٺڻ لاءِ. دير نه ڪر هڪدم
هليو اچ ..."

"سائين، پر اگر اوهين انهن مخفي طور آيل آهيو ته
ضرور نقاب پوشيءَ ۾ هوندا. پوءِ مان اوهانکي ڪيئن سڃاڻان،
ڪٿي ڳوليان؟ ..."

"اها ڳالهه ڏکي نه آهي. انٽرنيشنل ايئرپورٽ جي لائونج
۾ ڪنڊ پاسيرو، سنڌي اجرڪ پهريل، ڪرسيءَ تي ويٺو
هوندس. تون ازخود ئي سمجهي ويندين ۽ مون وٽ پهچي
ويندين ..."

منهنجي دل ۾ هڪ فاتح وارو فخر ۽ "پرت ملڻ" واري
خوشي هئي. ڪنهن وقت، اڪيلو ايئرپورٽ تي وڃڻ جو
سنڪوچ ويندو رهيو ۽ بلڪ مان ته هڪ اهڙي اثر هيٺ هوس،
جڻي منهنجو من مونکي هڪ پڪاريل پکيءَ وانگر وٺي وڃي
رهيو هو.

مان آهستي، بنا کڙڪ جي گهر مان نڪري دروازو ٻاٽي،
ٽيڪسيءَ ۾ ايئرپورٽ طرف ڊوڙيس. سائين جي. ايم. سان
اتهاس جي هڪ لمبي سفر کانپوءِ ملاقات جو نشو طاري هو.
اکيون پورجي ويئون ته هن جو آڪار منهنجي سامهون اڀري
آيو. سوچيم: ڪهڙا سوال پڇندس ۽ ڪهڙا نياپا ڏيندس ۽
ڪهڙن، ڪهڙن سنگتين جو احوال وٺندس. سوالن جي قطار
نهي ويئي. اسان جي مٽڙي اُمڙ ڪيئن آهي؟ اوهين پنهنجائي
جا ڏينهن ڪيئن ٿا گذاريو؟ ڪوڙ جو ڪوٽ ڪڏهن ڀلا
ڊهندو؟ سنڌوءَ جو پاڻي اڃو آهي يا ميرو؟ ڀڳائي جاڳندو

آهي يا نه؟ سڱهارن جا ڳاٽ اوچا آهن يا جهڪيل؟ مان هن ڀار جي وچڙيل کي سارين ٿا يا نه؟ ۽ چوندس: سائين، هت ڪوئي نٿو جهونگاري؛ ميائي جماس جي وچ مڙهه ملير ڏي...

مان لوڙندو لڙهندو به پهتس. منهنجي نظر برابر اُن شخص تي پيئي جو منهن مونن ۾ پاتي، اجرڪ اوڍيو، هڪ عمل ۾ ڪرسيءَ تي ويٺو هو. دل منهنجي وس کان ٻاهر ٿيندي پئي وئي. اندر ۾ عجيب نغما اٿي رهيا هئا. ڏاڍي شوق سان وڌي وڃي ڪرسيءَ پرسان ايندس ۽ سر جهڪايم......

هن کي ته ننڊ اچي وئي هئي. سالن کان جنهن پنهنجو آرام حرام سمجهي، ڌرتيءَ جي عبادت ڪئي هئي، تنهن کي هڪ پرسڪون ننڊ ۾ ڏسي، مان پرواريءَ ڪرسيءَ تي ويهي رهيس.

ڪافي مدت گذري وئي. درويش منهن مونن مان نه ڪڍيو. انتظار مونکي به آرام ڪري رهيو هو. مون پرسان وڃي هنجي ڪلهي کي ڇهي ورتو. جڏهن هو سڌو ٿي ويٺو ۽ مون سندس چهري تي نظر ڦهلائي ته ڇرڪي ويس. ٿورو هٽي ايندس. هيءَ ڪرسيءَ تي ويٺل شخص ته هو ٻهو منهنجو آڪار هو. مون ڏي نهاري هڪ گنڀير مرڪ مرڪيائين، جنهن مان سڀاڳ اچا به تکي ٿي وئي. ڀاڪر تي نظر اُڇلائي، وري ڏٺم. هو ٻهو "مان" ئي ته هوس... نج آڪار! مان ڪيس اچرج مان ڏسندو رهيس ۽ هو مشڪندو رهيو. نيٺ چپ چوري چيائين: پنهنجو مشاهدو ڪرڻ آيو آهين؟ نه ته به اهڙي طاقت نه آهي. تو پنهنجو مشاهدو مانڊڻ کان قاصر آهين...

جڏهن پڇاڻان ٻهر ڪمر ڪڍهن جي ڪڏڪڙائڻ جو آواز آيو ۽ ٻاڻ ڏسڻ آيو پنهنجو تماشو! ●●